# ڳالهيون پيٽ ورن ۾ .....!

ڪجهه عرصو اڳي، جڏهن اسان ٽن دوستن: محمد علي پناهڻ، وهاب سهتو ۽ مان، گڏجي لاڙڪاڻي مان مُرڪ پبلڪيشن پاران پهريون ڪتاب ڪاري ٻوڏ جي سَري هيٺ ڇپرايو، ان وقت اسان جي ذهن ۾ ڪئين خيال، ڪئين سوچون ۽ ڪئين ويچار هئا. اسانجو اِهو سلسلو، سنڌ مان نڪرندڙ ٻين ڪتابي سلسلن وانگي، پهرئين پرچي کانپوءِ ٻيهجي ويو. اِهو هڪ هنڌ ٻيهي ٻه ٽي سال هليو. انهيءَ هڪ هنڌ ٻيهي رهڻ جا ڪيئي سبب آهن، جن جو جيڪڏهن تفصيلوار ذڪر ڪبو ته ڪئين پنا ڪارا ٿي ويندا.

هاڻي اسان ٻيهر مرڪ واري اُنهيءَ ساڳئي سلسلي کي بئي انداز ۾ شروع ڪري رهيا آهيون. اسان جي هاڻي اِها ڪوشش هوندي ته سنڌ جا اُهي اديب ۽ شاعر جيڪي، پنهنجي ذات ۽ ڏانوَ وسيلي، سنڌ جي آئيندي کي چٽو ڪري رهيا آهن يا ڪيو اَٿئون، تن جا ڪتاب ڇپرائي منظرِ عام تي آڻيون.

اسان جي اِها ڪوشش به هوندي ته سنڌ جي انهن نوجوان اديبن جو مواد به توهان جي هٿن تائين پهچايون جيڪي ويٽو پاور رکندڙ ۽ اکيون ٻڌل ايڊيٽرن جي خود غرضيءَ سبب پنهنجي ڳالهه ۽ پنهنجو فڪر عوام تائين پهچائي نه سگهيا آهن. اسان اِنهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان پهريائين نوجوان ۽ باصلاحيت ڪهاڻيڪار عبدالوهاب سهتي جي ڪهاڻين کي سهيڙي هراس جي روپ ۾ توهان جي هٿن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. وهاب جي ڪهاڻين تي اسان ان ڪري تبصرو ڪونه ڪنداسين چو جو، وهاب خود مرڪ پبلڪيشن جوميمبر آهي. اسان تنقيد ۽ تبصري جا سڀ بارَ، پڙهندڙن مٿان ڇڏيون ٿا. پنهنجي قيمتي راءِ کان ضرور آگاهه ڪجو! مهرباني

**منظار سولنگي**
11 آڪٽوبر 1989ع
پوسٽ آفيس نئون ديرو،
ضلع لاڙڪاڻو سنڌ.
پوسٽل ڪوڊ نمبر: 77360

# پہ اکر

ستي تہ ڪتي، جاڳي تہ جن،
الله لڳ امين چئي: انهيءَ جو نالو ئي نہ ڳنھ.

تعارف واقف ماڻھو ئي انصاف سان لکندو آهي. ان ڪري رشيد ڪٽپر ڪان ئي لکرائي ورتم. تڪڙ ۾ تعارف گهڻ پر تعريف سرس ڪري ويو آهي. نہ چاهيندي بہ چيرائي وڌم. چو جو تڪڙ هئي ۽ تڪڙو ڪم انڌائيءَ وارو ٿيندو آهي. هونئن بہ تڪڙي ڪتي انڌا گلر.

تعارف ۾ لکيائين: ماڻ آ تہ موڳو تو لڳي ۽ جي ڪلي پوي تہ خطرناڪ سا ڪنهن حد تائين ٺيڪ لکي اٿائين. باقي بين ڳالهين لاءِ رعايت ڪرائبس.

پہ اکر لکڻ وقت، بيءَ دنيا ڪان لاتعلق ٿي، يڪسوئيءَ سان لکان پيو. چو جو ڪوبہ ڪم يڪسوئيءَ سان ئي مکمل ٿي سگهندو آهي. ٻئي هنڌ چا ٿو ٿئي؟ پر ۾ ڪير وينو آهي؟ چا ٿو ڳالهائي؟ ڪيڏانهن بہ توجهہ ناهي. پر جي ڪير ڳالهائي وجهي يا تہ ان جي خبر نہ پوندي يا لکڻ جي خبر نہ پوندي.

تهڙيءَ طرح هرڪو پنهنجي ڌن ۾ مست لڳو تو وتي. ان ڪري ٻئي ڪي ڳالهين سان متوجہ ڪري پنهنجيءَ دنيا مان ڪيڻ مون ڪي نہ وڻندو آهي. تنهنڪري سدائين موڳن وانگر ماڻ ئي پلي لڳندي اٿم. هونئن بہ ٻڌڻ لاءِ بہ ڪن هوندا آهن پر ڳالهائڻ لاءِ هڪ وات. ان ڪري ماڻ آ تہ موڳو تو لڳي واري ڳالهہ دل سان لڳي ۽ هلڻ ڏنومانس.

ڪنهن چوريو تہ ڪيس اوتري ٻڌڻي ئي پوندي. تنهن لاءِ لکيائين: ڪلي تہ خطرناڪ. سندس سمجهہ مطابق صحيح هوندو. پر مونکي خطرناڪ لفظ جو مفهوم نہ وڻيو ۽ ڦيرائي تکڙ لکيومانس. خير ان تي بہ ڪاوڙبو، پر ڏنو ويندو.

باقي مان چا آهيان؟ ان لاءِ اديب، اڻ اديب ڪهاڻي ئي ڪافي آهي، جيڪا لفظ بہ لفظ سچ ئي لکيل آهي. مواد تہ پاڻ ئي ڳالهائيندو. مان وري ان جي مٿان ويهي ڪهڙا ٽلهہ ٻڌان. هرڪو پنهنجيءَ نظر ۾ پاڻ ڪي وڏو منصف سمجهندو آهي. ان لاءِ پڙهندڙ جي راءِ ئي ڪافي آهي.

مون هيءُ ڪهاڻيون، شاگرديءَ واري دور ۾ لکيون هيون. واقفيت نہ هوندي چيچي نہ سگهيون. نہ چيچڻ ڪري لکڻ جو شوق مفقود ٿي ويو. جڏهن نوڪريءَ ۾ آياسين تہ رشيد ڪٽپر ڪي ئي چرڪو ٿيو. جڏهن بہ ملي چوي: "خيري! لک، ادب ۾ ڪشٽ ضروري آهي. الائي ڪهڙا ڪهڙا ماڻھو لکن پيا ۽ چيچن پيا. تون بہ لک، چيبين." خيري تہ وهاب الخيري يا خيري برادران جي ڪري ئي ڪونيندو هئو.

هر وقت اهو چئي تنائيندو هئومانس: لکڻ مان چا فائدو؟ چيبو ئي نہ." مڙيو نہ. زوريءَ بہ ٽن ڪهاڻين لکڻ تي مجبور ڪيائين. جنهن مان ڏيئن جو ڏنار، جيڪا ڪاري ٻوڏ مرڪ پبليڪيشن لاڙڪاڻي ۾ ئي چيپي ۽ هراس وري چوٽڪارو ساجاهہ ۾ چيپي.

بهرحال، منهنجون ڪهاڻيون سؤ سيڪڙو سچ نہ آهن تہ بہ ايڏي وڏي ڪوڙ جي ملاوت نہ اٿن، جو ڪوڙيون لڳن. اها بي ڳالهہ آ تہ ڪهاڻي ڪوڙ جي آميزش ڪانسواءِ جڙي نہ سگهندي آهي. ڪتي ڪتي دروغ مصلحت آميز، بہ از راستي فتنہ انگيز تي عمل ڪندي، اصل نالا بدلائي فرضي نالا ڏنا اٿم. ورنہ ڪهاڻين جو وجود، حقيقت تي ٻڌل آهي. وڌيڪ پڙهڻ سان ئي خبر پوندي.

**وهاب سهتو**

1989-10-20

# فهرست

# ۱. هـراس

نيرڙي ٽپهريءَ جو وقت هئو. آسمان ۾ ڪڪر وسڻ لاءِ پرجي آيا هئا، جڻ مرضي هجين ته ڪو ڏاڙو هٽندا. ڏاڙيلن ۽ ڦورن وانگي هٿيار ڪنيو سنبريا بيٺا هئا ته جيئن ئي وجهه ملين ته هٽي ملڪ جو گهڙيءَ ۾ صفايو ڪري ڇڏين. اسان بسن ۽ ٽانگن جي سفر کان ٿڪجي پيا هئاسون. پهچڻ جي منزل اجا اڳتي هئي.

اڳتي هلڻ لاءِ اسان کي جهنگ مان پنڌ ڪرڻو هئو. پهرين ته وک چڱي پئي پئي. پر هڪڙا ڪُڙهيل ٻيو گهاٽو جهنگ ۽ اڻ ڏٺو ديس ڏسي ڏاڍا تنگ ٿياسين ۽ اڳين وک سا به پوئتي.

اسان کي ان ڳوٺ وارن خيرات جي دعوت ڏني هئي. اتي مون کي تقرير به ڪرڻي هئي. ٻئي ڪنهن هڪ اڌ مولوي صاحب کي به دعوت هئي. مان پنهنجي سؤٿ رستم سان ڳوٺان ٽانگي تي نڪري شهر پهتم. اتان هڪڙي ڪناره بس ۾ اچي پل وٽ لٿاسين ۽ هاڻي جتي وڃڻو هئو، ان ڳوٺ ڏانهن جهنگ جو پنڌ هئو. اسان جي استقبال لاءِ پل تي ڪو به ماڻهو نه هئو. اسان کي وڃڻو به ضرور هئو. جيڪڏهن تقرير ڪرڻ جي دعوت نه مليل هجي ها ته شايد هن خوفائتي جهنگل، مٿين ڪڪرن ۽ اٽانگي وقت کي ڏسي موٽڻ جا سانباها ڪيون ها! پر خدا جي راهه واسطي ۽ خير جي ڪم ڪري، سر تان هٿ ڪڻي، جتيون لاهي پوتڙن ۾ ٻڌيونسين. وَرَ ڪُنجي، اڳتي وڌياسين. جڏهن مٿي بيٺا هئاسين ته ڳوٺ نظر آيو پئي. هيٺ لٿاسين ته اکين کان اولو ٿي ويو. ڪو به پيچرو، هراس ڪري، سمجهه ۾ نه پئي آيو. هيڏي هوڏي لامارا ڏيڻ سبب، طرف جو تعين به نه پئي ڪري سگهياسين. اٽنڻ ۽ ڳٽيءَ ۾ منجهي پياسين. مٿان گوڙ جو ٺڙڪو، هلڪي هلڪي هوا به هلڻ شروع ٿي وئي. وقت به، واريءَ وانگر هٿن مان وهي، اونداهيءَ جا نشان ڇڏيندو پئي ويو. اِها حالت ڏسي دل صفا مايوس ٿي پئي وئي.

گهٽي هلاڪيءَ کانپوءِ، صلاح ڪئيسين ته: ڪنهن کان رستو پڇڻ گهرجي. گهڻو هيڏي هوڏي ڦرڻ ۽ واجهائڻ کان پوءِ، هڪڙو ٻڪرار نظر آيو. ڪانئس پري کان ئي پڇيوسين: "ادا هيءُ پيچرو رئيس بهرام خان وارن جي ڳوٺ ڏي ويندو؟"

يار جواب ته نه ڏنو پر اسان ڏي منهن ڪڻي به نه ڏنائين. اسان سمجهيو: شايد پري هئڻ جي ڪري ۽ ڪڪرن جي گوڙ سبب، اسان جو ڳالهائڻ، هن تائين نه رسيو آهي. تنهنڪري ٿورو اڳيرو وڌي وڃي، هڪل ڪري پڇيوسينس: "او! ٻڪرين وارا! هيءُ پيچرو رئيس بهرام خان جي ڳوٺ تو وڃي!"

اجا به جواب نه ڏنائين.

اسان کي شڪ چا پڪ ٿي وئي ته ڳهَلِ ٻوڙو آهي. تنهنڪري صفا پرسان وڃي، سندس هٿ ۾ جهليل لٺ ۾ هٿ وجهي لوڏيندي، چيوسينس: "ادا، هيءَ واٽ رئيس بهرام خان جي ڳوٺ ٿي وڃي؟!"

"ادا! ايڏانهن وڏيري جي اوطاق اٿو. اهو توهان کي رات ترسائيندو!" بي حوصلائيءَ مان جواب ڏنائين: "باقي مان ته غريب آهيان!"

"اڙي يار اسان کي دعوت آهي. اسان اوڏانهن ويندا‌سين. اسان تو وٽ ڪونه رهنداسين. تون روئين چو ٿو؟"

"نه ادا نه، ائين ڪڏهن نه ٿيندو! مان توهان کي ڪونه ترسائيندس. اجا سج آهي، توهان اِجهي اوطاق تي پهچي ويندؤ. هريرو منهنجو نه ڪائو."

ڳالهائڻ ۾ صفا ليڪي کان ئي لنگهي ويو.

جواب ٻڌڻ سان ششدر ٿي وياسين. مون کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي.

دل چيو: هيڪر جوتو لاهي وٺانس، نوانوي تي اچي پلجي وڃانس. وري هڪ کان شروع ڪيانس ۽ سو تائين ڪٽيندو رهانس. تيستائين نه ڇڏيانس جيستائين ڪارو ڳڏهه هينگ نه ڪري.

اسان پاڻ ۾ هڪ ٻئي ڏي نهاريو. اشارن ۾ پڇيوسين: "هاڻي چا ڪجي؟ هيءُ يار ته وٽ جو ئي ناهي. چئو هڪڙي ته ٻڌائي ٿو تيرهين."

انهيءَ ٻُڌ-تَر ۾ ئي هئاسين جو پڙلاءَ سان ڳڏ هڪ هڪل جو آواز آيو. ڳالهائيندڙ اسان کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪندي ٻڌايو: "ادا، اهو ٻوڙو آهي. توهان جي ڳالهه نه سمجهندو. اچو ته مان توهان کي هلي واٽ ڏيکاريان."

سامهون هڪڙو جوڪرو ڳاهه مان ڳاٽو ڪيي، اسان سان ڳالهائي رهيو هو.

وري چوڻ لڳو: ”بہ تي منٿ ترسو! مان گاھ مٺ ڪري وٺان تہ گڏيا ٿا هلون“.
ٿورو ترسياسين. گاھ ڪري بس ڪيائين. ڪيس گاھ ڪٽائي، سندس پويان، سندس پيرن تي پير ڏيندا هلياسين.
ڇوڪرو سياڻ ۽ ڏيکاءَ جو ڏاڍو ڀلو هئو. سندس ملڻ جي ڪري اسان جي دل جي مونجهہ ئي ختم ٿي وئي. هو رڳو هلڻ ۾ اسان جي رهنمائي نہ ڪري رهيو هئو بلڪ ان سان گڏ اتان جون ڳالهيون بہ ٻڌائيندو پئي هليو. اسان رڳو هون، هان ۾ جواب ڏيندا پئي هلياسين.
چي: ”هتي چوراڪاري زبردست آهي. اها رات خالي ناهي جنهن رات ڪاٺ نہ لڳي. اهي ڪاٺ ۽ ڌاڙا جڻ ڳوٺ ڪي ڏاجي ۾ مليل آهن. هتان جا ماڻهو صفا جٽ، جاهل. نہ وڏي جي شناس ۽ نہ ئي ڪنهن ننڍي جي عزت، صفا موڳا. ٿوريءَ ڳهٽيءَ ڳالھ تي هروڀرو هڪ ٻئي سان هٿ-ڪس ڪندي، هڪٻئي جو ٻنڪو ضرور لاهين“.
ڳوڙ جو خوفائتو ٺڙڪو ٿيو. هو ڪٻڙ جي هيٺان ڊونڊو تي لنگهندي، اها ڳالھ اڌ ۾ ڪاٽي تڪڙو نڪري ويو. اسان بہ سندس پويان تڪڙا نڪري آياسين.
وري چوڻ لڳو: ”هتي قتل تہ عام آهي! جيڪو ٿو گهر مان رسي، سو بہ قتل ڪرڻ لاءِ بهانا ڇاڇيندو ٿو وتي. هرڪو پنهنجي غيرت جي اظهار لاءِ ۽ هروڀرو ماڻهن ۾ پنهنجو نالو مشهور ڪرڻ لاءِ، اجايو سجايو ڪتي تان، ٻلي تان، نڪر تان، ٿانءَ تان جهيڙو ضرور ڪري. جي ٻيو نہ تہ پاسو ضرور هٽي لنگهندو. من ڪير نہ ڪير ساڻس هٿ اٽڪائي. مڙيئي حق يا ناحق، پر خونن ڪرڻ جي سڌ هميشہ دل ۾ هوندن. شرافت جي زندگي گذارڻ ۾ تہ مزو ئي نہ ايندن“.
اڳيان، هڪ ڪريل ڪٻڙ جي ٿڙ مٿان ٽپو ڏئي لنگهيو. اڳيرو هڪ ڊونڊي ڪٻڙ جي هيٺان لنگهندي، هن وري اسان کي ٻڌائڻ شروع ڪيو: ”انهن ڳالهين جو ڪو داد فرياد بہ نہ ٿئي. پوليس تہ جڻ اڇي ئي ڪانہ. جي اچي تہ رڳو پنهنجي ڦُرڻ ڪائڻ لاءِ. ماڻهن کي انهن ڳالهين سان پنهنجي سر منهن ڏيڻو ٿو پئجي وڃي“.
ڳوڙ جو ڪڙڪو ٿيو. ڳالهائڻ بند ڪري، اڳيان ديوين جي وچ ۾، نانگ وارا وٽ ڪائيندڙ سوڙهي پيچري مان، گاھ جي پريءَ ۾ ٻئي هٿ مضبوط وجهي، تڪڙو نڪرڻ لڳو. اسان بہ ڪپڙا بچائي سندس پويان وکون پرڻ لڳاسين.
ڳالھ کي وڌائيندي چوڻ لڳو: ”ڌاڙيل پيا گهمندا ڦرندا، مجال آهي جو پوليس نالو وٺين. جيڪڏهن ڪنهن پوليس واري جي نظر ڌاڙيل تي پئي، ائين اچي ٻنڪو ڪندو، جيئن گدڙ جي اڳيان ڪڪڙ“. انهيءَ چر مان نڪري هڪڙي ٻني تي هلندي چيائين.
ڪڪرن مان اوچتو، ڌماڪي سان، ڳوڙ جو آواز آيو. ان اسان جي لڱن ۾، جڻ سيئاندو وجهي ڇڏيو.
لاڳيتو ٻيو ڌوڙيو ٿيو. ڏڪٽي وٺي وئي.
گهڙي رکي ٿوري سانت ٿي. اڳتي وڌياسين. ٿوري پنڌ ڪانپوءِ، ٻني تان لهي، تازي کيڙهيءَ مان هلڻ لڳو. چو جو ٻني سان پنڌ ڊيگهارو هئو ۽ وچان ويجهو هئو.
کيڙهيءَ ۾ لهڻ وقت ٻڌائڻ شروع ڪيائين: ”سائين باقي جيڪڏهن پوليس کي ڪو غريب ماڻهو هٿ اچي وجي تہ اُنَ ڪري ڇڏيس. ٻنا ڏوهہ جي بہ غريبن کي گهران ڦاسائي ويندا. چوندس: اڙي ڪالھ هتان تو واري گهر جي پرسان اچي ڪار لنگهي آهي. اسانکي بہ اطلاع نہ ڪيو اٿئي. تو ڌاڙيلن لاءِ رند ناهي ڇڏيا آهن. مانيون ٿو ڪارائين. تر ۾ ڌاڙا ٿو هٽائين. هل ٺاڻي تي، صوبيدار صاحب گهرايو اٿئي. پوءِ پلي انهيءَ وقت جو ويلو، ڌاڙيلن کي صوبيدار صاحب پاڻ ئي ڪارايو هجي.“
آسمان ۾ ڳوڙ جو ٺڙڪو ٿيو. همراھ ڳالهائڻ بند ڪيو. کيڙهيءَ مان، بار جي ڪري، هلڻ تي تيز ڪائڻ جي انديشي کان، سڄو ڌيان اوڏانهن ڏيڻو پئي پيس. تنهڪري ڳالهائڻ گهڙي سوا لاءِ بند ڪيائين.
کيڙهي ٽپي، اڳيان ٻني تي چڙهياسين. اهو ٻنو، هڪ سنهيءَ واٽ ۾ پيو. اها واٽ ڏِنگُ هٽي، ڳوٺ ۾ گهڙي وئي. اتي سڄ ٽٻي هنئين. آسمان الهندي کان صفا ڳاڙهو ٿي ويو هئو. جڻ ڪنهن ڪنوار جي شاديءَ واري رات جي پاٽل پوتي هوا ۾ اڏامي، سڄ کي ويڙهي وئي هجي.
ڏِنگُ هٽي، ڳوٺ ۾ داخل ٿيندڙ واٽ مان، هڪ ٻي گهٽي نڪتي. ڇوڪرو اسان کي اتي پنهنجي منزل جون گهٽيون سمجهائي، پاڻ ان گهٽيءَ ۾ هليو ويو. اسان انهيءَ ڏس پٽي تي اندر آياسين. ماڻهن جي هجوم، اسان جو استقبال ڪيو. تڙ تڪڙ ۾ وضو ڪيوسين ۽ مغرب جي نماز ادا ڪئي سين.

نماز کان پوءِ لنگر شروع ٿيو. خبر ناهي ڪيترين ديڳون لٿيون. ٿالهن ۾ پاتوڙن جي هڻ هٽان هئي. ڳوٺ ته ننڍو هئو، پر خلق الائي ڪٿان پئي آئي، جنهن ايڏو پٽُ پئي ڳهليو.

پٽُ به ڪَنڊ جو نه هئو ته ڪاٺ وارا به ڪَنڊ جا نه هئا. ماڻهو ماڪوڙن وانگر جڻ ٻرن مان نڪتا پئي. ويڙهه ويڙهان، دس دسيان، لٺ لنيان لڳي پئي هئي. ڪو ڪيڏانهن پاڻ جهلي بينو آهي ته ڪو ڪيڏانهن. ڪيڏانهن پاٽيءَ جي دانهن ته ڪيڏانهن ٻوٽين ۾ پٽ لاءِ رڙيون. مٿان ڪنوڻ ۾ گوڙ جي راڙو راڙ. ايترو ته چرٻروٽ لڳو پيو هئو جو پرواري جو به آواز سمجهه ۾ نه پئي آيو.

اهو حشر ۾ ماحول، عشاء جي نماز پڙهڻ کان به گهٽي دير وئي تائين پئي هليو. نه ماڻهو پيا ڪٽن، نه پئي پٽ کٽو. ڳوٺ جا ماڻهو ته نهيو پر ٻين پروارن ڳوٺن جا ماڻهو به انگوڇن ۾ پٽ جون پُنارڪون ٻڌي، ڳوٺن ڏي ڪٽي پئي ويا. اسان انهيءَ آسري ۾ هئاسين ته ڪهڙي وقت ٿو پٽ ختم ٿئي ۾ ڪهڙي وقت ٿو اسان کي انهيءَ ڪم جو حڪم ملي، جنهن لاءِ اسان آيا هئاسون.

پٽ هليو ئي پئي ته اوچتو 'ڌڙام، ڌڃ ....... ڌڙام' جي آوازن ماڻهن کي چرڪائي وڌو. گوڙ جي آواز ۾ بندوق جو نڪاءُ پڌرو هو. پٽ وارن ۾ چُپ چانئجي وئي. سڀ ڇرهه ٿي ويا. جڻ ته اهي بندوق جا نڪاءَ نه پر انصاف جي ڪورٽ ۾ ڪنهن جج جا ٽيبل تي لڳايل هٿوڙا هجن ۾ جن سان گڏ هن "آرڊر، آرڊر" جا لفظ به ادا ڪيا هجن. ٺڙڪاٽ سان ڪڪرن مان گوڙ جو آواز آيو. نڪائن واري طرف کان ڪوڪريا شروع ٿي ويا. ڪٽن ۾ باهوڙ پئجي وئي. ڪنوڻ جو پيانڪ چمڪاٽ ٿيو. ڪنن تي تاڙيون ۾ اکين اڳيان اونداهُ چانئجي ويو.

ماڻهن ۾ ڊيهاڙُ پئجي ويو. پٽ هٽن مان ڇڏائجي وين. جنهن طرف کان 'خون ڙي خون' جون رڙيون ۾ ڪوڪون آيون پئي، سيئي اوڏانهن وني پڳا.

سڄي ميدان ۾ پٽ گانبولبو پيو هئو. ڪو پاتوڙو ڪاٽي اونڌو ته ڪو گلاس ڪاٽي ڪريو پيو هئو. ڪا ديڳ اجا چلهه تي ئي سڙي پئي ته ڪو پادر ۾ پٽڪو ڪٽي ڪريو پيو هئو. ٿوري لڪڙ جهڪڙ شروع ٿي. هوا ۾ مٽي به هئي ۾ ٿوري تيزي به هئي. پٽ پٽ ٿي ويو، واعظ واعظ ٿي ويو.

ڪلاڪ اڌ جي طوفان ڪانپوءِ، ٿوري ڦُڙُ ڦُڙُ پئي. رڪي رڪي نيٺ طوفان بند ٿيو. مٽي به ختم ٿي. جيڏانهن تيڏانهن زندگي سُنِ ٿي وئي. ايتري ۾ به چار ماڻهو جاءِ واردات تان ٿي موٽي آيا. خبر ڏنائون ته: ڪن هٿيارٻندن دلاور جي گهر تي حملو ڪيو ۾ ڪيس گوليون هڻي، ماري پڄي ويا.

اسان جون وايون بتال ٿي ويون. وائيسر ڦري ويا. ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي. هڪ پرديس ۾ ۾ مٿان ههڙي واردات. اچي رڦٽيءَ ورتو. صفا ششدر ٿي وياسين.

مسجد جو پيش امام اچي اسان جي ڪٽ تي وينو ۾ دل جو بار هلڪو ڪرڻ لاءِ آٽت ڏيڻ لڳو. ٻڌايائين: "دلاور جي وڏي ڀاءُ احمد، هڪ دفعي ڪن چورن کي گهر ۾ ڪاٺ هٽندي پڪڙي وڌو هئو. بندوق سان سندن مقابلو ڪيائين. هڪڙو ڏکي ٿي پيو ۾ ٻئي کي ماري وڌائين. اهي، اتفاق سان، سندن ئي ذات وارا هئا. هتان جا ته نه هئا پر ٿورا پري جا مائٽ به هئن. هونئن به هرڪو چوري ٿو ڪري ڏس تي. پوءِ انهن جي وارثن، احمد کي ڌمڪي ڏني هئي، 'اسان توکي ضرور مارينداسين.' انهيءَ پڄ کان، احمد ته گهر ڇڏي خبر ناهي ڪاڏي گم ٿي ويو آهي پر اڄ پلاند ۾ سندس ڀاءُ دلاور کي گهر ۾ هلان ڪري ماري وڌائون".

ساري رات اٽنڻ ۾ گذري. بيقراريءَ جي عالم ۾ هر هر اٿي به پوان پيو. دل تي وڏو هائٺ چانيل هئو. نيٺ، خدا خدا ڪندي، رات گذري ۾ صبح ٿيو. نماز ڪانپوءِ ناشتو مليو. زورين مسين، ڪلاڪ اڌ ترساياٺون ته جيئن جنازي نماز پڙهائي، پوءِ وڃون.

اسان کي هڪڙو خوف، ٻيو تڪڙ. چئون ته: اسان جو رسو نڪري ته اسان هينئر ڳوٺ پهچون، پوءِ ٻي ڳالهه ٿئي. اسان جي منٿُن تي اسان کي اجازت ملي. اجا هلياسين پئي ته ماڻهو جنازو به ڪٽي آيا. دل ۾ خيال آيو ته: پلا منهن ته ڏسندا وڃونس. لاش جي مٿان آياسين ته هڪڙي ماڻهوءَ، ڪفن کولي اسان کي منهن ڏيکاريو. ميت جو منهن ڏسڻ سان، ڌرتي پيرن هيٺان ڇڏائجي وئي. هوش ۾ حواس باختہ ٿي ويا. زبان مان ڪو به لفظ نه اُڪليو. اهو لاش، انهيءَ ساڳئي چوڪري جو هئو، جنهن ڪالهه اسان کي هن ڳوٺ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مدد ڪئي هئي.

جنازي جي نماز پڙهائڻ لاءِ مجبور ٿي وياسين. نماز ڪانپوءِ ائين گولي ٿي وياسين جو ڪَس جي به خبر نه پِئي پَئي.

ڪيڙهيءَ مان ٿا هلون يا ڪانڌيرا پيرن ۾ آهن. ٻني تان ٿا هلون يا لوڙهن مان ڏوڪيندا ٿا وڃون. ڪا خبر نہ پِئي پَئي. نيٺ ڪپڙا ڦاڙائي اچي الائي ڪٿان رستي تي چڙهياسين. بس آئي. هٿ ڏئي چڙهياسين.
بس رستي تي ڊوڙندي رهي ۽ اسان جي دل جو ڌڙڪو، اڳ جي پيٽ ۾، گهٽجندو رهيو.

# ٢. ناچو

سج لٿو تہ ڏڪا چوڙي، هَرُ ڪلهي تي رکي، ڳوٺ ڏانهن، روانو ٿيم. سڄو ڏينهن ڪَڙهڻ جي ڪري ڏاڍو ٿڪجي پيو هئم. هَرُ، ڍَرَ جي ٻاهران رکي، ڍڳن مان پاڃاري ڪڍي وڃي ڪين واڙي ۾ آهُرن تي ٻڌم. پاڃاري گهر ۾ ڇڏي، هَرُ ڪٽڻ لاءِ ٻاهر نڪتم تہ ولڻ جي منهن پئجي ويم. ٻڌايائين: "اڄ ڦرڙن جي ڳوٺ راڳ آهي، سو ٻڌڻ هلبو."
"ڏاڍو ٿڪل آهيان. سڄو ڏينهن ڍڳن سان گڏ اُڙهو آهيان. هاڻي صفا هلڻ کان هلاڪ آهيان. سو اڄ ڇڏ، وري ڪڏهن ٻئي دفعي هلنداسين". ٿڪائيندي چيومانس.
"اڙي يار! اُهي اُهي ماشوڪ آيا آهن جو دنڌا ئي ڇڏي ڏي. تون وري ٿڪجي پيو آهين. جوانن کي بہ ٿڪ ٿيندو آهي ڇا؟" زور ڀريندي چوڻ لڳو: "اهي ميلا ملاکڙا ۽ راڳ روپ ڪو روز ٿيندا آهن ڇا؟ جو چوين ٿو تہ: اڄ نہ وري ڪڏهن ٻئي دفعي هلنداسين."
"بس اڄ ڇڏ! وري ڪڏهن." هَرَ ڪٽڻ لاءِ نوڙندي چيومانس.
" هَرُ اتي رک! ڪاڏي ٿو ڪٽين! ڀرين ٻڌاءِ تہ هلي ٿو يا نہ؟ تون ڇا کان ٿو لهرائين؟ پئسا نہ اٿئي تہ مان ڏيانءِ! جيڪڏهن اجا ٻيءَ ڪنهن شيءِ جي ضرورت اٿئي تہ اها بہ ڪري ونبي. تون رڳو ها ڪر. سڄي سنگت تيار ٿي آهي، ۽ تون چنڊن واري ننهڪر ٿو ڪرين."
ولڻ ڏاڍو ضدي ماڻهو آهي ۽ جڏهن هوڏ تي چڙهي تہ لهندو مشڪل آ.
"چڱو يلا يار ٿورو ساهہ تہ پٽڻ ڏي! ماني بہ ڪائڻي آهي". لاچار ها ڪرڻي پئجي وئي.
گهر ۾ ويم. ماني ڪاڌم. ڪپڙا بدلائي، پاڻ واريءَ پوڙهيءَ کان ڏوڪڙ ورتم. چانهڙي تيار ڪرائي پيتم پئي تہ ولڻ اچي در تي رڙيون ڪيون.
ڪهاڙي ڪلهي تي رکي، ڪانچ جا ڦريل ور ناهيندو ٻاهر نڪتم.
ولڻ سان گڏ ٻيا بہ بہ چار همراهہ سنبريل هئا. هر ڪنهن کي هلڪو ڦلڪو هٿيار ساڻُ هئو. لٺ ڏکو، جهنگ وارن پنڌن تي، نانگ ٻلا ۽ چور چڪار کان ضروري هوندو آهي. ان کان علاوهہ چِمُر جي بہ مند هئي، تنهڪري جان جي حفاظت لاءِ لٺ ڏکو ضروري هيو.
ٿيو بہ ائين جو رستي هلندي گلڻ جي نظر، هڪڙيءَ لنڊيءَ تي پئجي وئي، جيڪا رستي تي ويڙهي سيڙهي پئي هئي.
بس وارو وارو ٿي وئي. هٽي همراهن سٽي وڌس.
"رستي تان هٽائي ڪنهن لوڙهي يا ڪنڊن واري وڻ تي اڇلائي ڇڏيوس!" ولڻ نصيحت ڪئي.
گلڻ لڪڻ تي ڪٽي، رستي جي پاسي ۾ ٻينل ڪرڙ تي اڇلايس. ٽارچ جي روشنيءَ ۾، اڇلايل ٻلا جڏهن ڪرڙ جي وڻ تي ڪري تہ منهنجو ڌهن يڪدم ٻارنهن سال پوئتي هليو ويو.
اڄ کان ٻارنهن سال اڳ، مان ۽ ادو پاٽيءَ جي واري تي، ٻنا ٻتيءَ جي ويا هئاسين. جڏهن هَٿُ مَٿُ ٿريو، تڏهن اسان جي سامهون ڪچيءَ سٽڪ جي سامهون واري پاسي کان، اسان کي هڪ ڌُڦ نظر آيو. اسان وائڙا ٿي وياسين. ڇو جو اهو اسان جي نڪ سامهون، ڪچيءَ سٽڪ ڏي پئي آيو.
اسان جي من ۾ آيو تہ: چور آهي. وري دل ۾ آيو: چور اڪيلو ڪيئن ٿو چوري ڪري سگهي؟ چور کي هٿيار پنهوار هوندا آهن. هن کي رڳو هڪ پڏڪ هٿ ۾ آهي. ٿي سگهي ٿو، چوريءَ جي سامان جي ڳنڍ ڪيس هجي ۽ هٿيارن وارا ساٿي پوئتي هجنس.
جڏهن اهو هيولا، سٽڪ تي پهتو تہ بجاءِ سٽڪ جي ڪنهن پاسي وڃڻ جي، اچا سڌو پئي آيو. سٽڪ جي اورئين پاسي کان انهيءَ ساڳئي ڪرڙ جي پاڙ ۾ اها پڏڪ رکي، هيڏي هوڏي لوٽا هڻڻ لڳو. اسان اهو لقاءُ اَڌَ مان، ٻوڙن جي اوٽ ۾ ڏسي رهيا هئاسون. سندس لوٽن هڻڻ تي، مون ٻيڙيءَ جو اڌڙ ڪٽي ڏڏڙ ۾ هنيو.
"شايد اسان تي نظر پئي اٿس ۽ مقابلي ڪرڻ لاءِ اها ڳنڍ اتي ٽانيڪي ڪري رکي اٿائين". اهو خيال ايندي ئي، ڪوڏر ۾ هٿ وجهي ادي کي خبردارُ ڪيم: "پاڻ سنيالجانءِ متان هيڏي اُلر ڪري، شايد ڏنو اٿائين".
اسان کن اُپڙا ڪيا تہ هيولا پنهنجو جسم پوريءَ طرح سڌو ڪيو. هلڪيءَ هوا تي سندس چادر ڦڙڪي پئي. ٻيهر

چؤ-طرف نهاريائين. مون سمجهيو: شايد اسان واري سس پس کن تي پئي اٽس ۽ اسان جي طرف جو صحيح تعين ڪرڻ لاءِ ڪنائي ٿو.
اسان بلڪل خبردار هئاسين. بجاءِ اسان ڏي اچڻ جي، هيولا ساڳين پيرن تي موٽڻ شروع ڪيو. اسان گمان ڪيو: شايد شڪار اڏورو هٽ آيو هئس. سٽڪ ٽپي وني لوهه پاتائين ۽ اکين کان غائب ٿي ويو. زور سان پڇڻ ڪري سندس مٽي تان پوتي لهي وئي ۽ هوا جي زور تي سندس وار هوا ۾ اڏاميا پئي. انومان ڪيوسين: شايد ڪا غيبات هئي. اسان ڪي دل ۾ اهو شڪ ويهجي ويو.
“هل تہ ڏسون چا رکيائين؟” مون ادي کي چيو.
“چا هوندو؟ الائي ڪير هئو؟ متان غيبات هجي”. ادي دل هاريندي چيو.
“اڙي يار چاهي پوءِ؟ غيبات هوندي چا ڪندي؟ متان ڪو چور هجي ۽ چوري اڏ گيدي ڪري هٽ رکي هجائين ۽ اڏ کي وري متو ڏيڻ ويو هجي”.
“اڙي چور کي اڏامندڙ وار ٿيندا آهن؟” ادي نتائڻ وارو سوال ڪيو.
“نہ تہ پلا سگ ٿيندا اٽس؟” ضد ٻڌندي چيومانس: “اٿي هل! جي غيبات هئي، تہ بہ حال في الحال تہ هلي وئي آهي. جيستائين موٽي، تيستائين چورن تي مور وانگر، ٻرو ٽا ٻڌونس”.
دل ٻڌي اچي پڏڪ جي متان پهتاسين. ڪرڙ جي ٿڙ ۾ پنهنجي پاڻ جي هوا کي اوٽ ڏئي، ماچيس جي تيلي هٽي ڏنوسين. ڏِلهر ۾ ويڙهيل، تازي چاول ٻار، اوئان اوئان ڪرڻ شروع ڪيو. اسان جا حوصلا ئي جواب ڏئي ويا.
‘متان اها ڳلا اسان جي ڳچيءَ ۾ پئي’. اهو گمان دل ۾ ويهاري، تڏي تي ئي ڪسڪ سور پڙهيسين. پاٽي بہ پورو نہ ورايوسين. آهندا ڪليا پيا هئا جو اسان اچي گهر نڪاءُ ڪيو.
اچو صبح ٿيو. ادي مون کي چيو: “هل تہ آهندا بہ ورائي اچون ۽ اصل ماجرا جي بہ خبر لهي اچون”.
ڪرڙ وٽ پهتاسين تہ ڪاريءَ وارا ڪک هئا. اڄ تائين ان ڳالهہ جي خبر نہ پئجي سگهي. نہ وري اسان ئي ان کي وڏيڪ ڪوٽيو بہ آهي تہ: اهو ٻار ڪنهن ڪنيو؟ ڪنهن اڇلايو هئو؟ ڪهڙيءَ عورت جو گناهہ هئو؟ ڪا خبر ناهي.
اڄ بہ اهڙي قسم جي رات هئي. ٻاٽ اوندهہ ۾ رستو لتاڙيندا، لٻاڙون هٽندا ۽ چرچا پوڳ ڪندا وڃي ڦرڙن جي ڳوٺ پهتاسين.
نچڻ ڳائڻ تہ سج لٿي سان ئي شروع ٿي ويو هئو. ٽي ڇوڪرا نچي رهيا هئا. ولڻ جي ڳالهہ صحيح هئي. واهہ جا معشوق هئا.
ڇوڪرا ڳائن ۽ نچن بہ پيا، ڪٽن تي وينلن ۽ اسان بينلن کان گهور گهاٻور بہ وٺن پيا. ان سان گڏ اهو سڀ سهن بہ پيا. جيڪو لوفر ۽ چورن جا پياسي، ڇوڪرن سان ڪندا آهن. خوشيءَ ۾ يا خوف کان، پاڻ وٽائڻ خاطر يا لالچ جي ڪري يا اجا ڪنهن ٻي ڳالهہ جي ڪري. بهرحال صبر سان سنائون پئي.
ٽيئي ڇوڪرا هڪ ٻئي کان اور هئا. هڪڙي تي ولڻ پنهنجي پر ۾ هٽ ڪٽي رکيو. هر هر گهرائي ڏوڪڙ پئي ڏنائينس.
“يار! ڇورو تہ ڪهي ٿو ڪهي، ڪو خانداني ناچو آهي”. ولڻ مونکي اک پڄندي ڇوري ڏانهن اشارو ڪيو.
“ها يار! بس هٽ رکي وئينس! باقي مون کي بہ وٽيو پئي”. مون ٽيڪ ڏنس.
“ڇورو سائين لاجباب آهي. اڄ انهيءَ سان ڪچهري ضرور ڪبي.” وري چوڻ لڳو: “استاد آچر ڇورو آندو ڪٽان آهي؟ پنهنجو اٽس، الائي ڪنهن کان اڌارو وني آيو آهي”. هڪڙو هٽ ڪلهي تي رکيل ڪهاڙيءَ ۾ مضبوط وجهي ۽ ٻئي هٽ سان مڇ وٽيندي، مون واري پاسي واري اک چنجهي ڪندي، ولڻ ڪرخت آوزا ۾ ڇوري جي تعريف ڪئي.
ولڻ کي مڙيئي ٽاٻي جي ٽونڪر سجيهہ آ. شل نہ ڪاٽي ڪو ناهوڪو ڇورو ڏسي، بس اصلي جهُڳي تي ٽانٻو.
ڇوڪرن محفل کي، هر وقت ماٺهن جون دليون رکي تازه دم پئي رکيو. اهڙو سرور اچي ويو جو ٽڪ ئي وسري ويا. چڏي وڃڻ لاءِ دل ئي نہ پئي ڪڍيو.
ولڻ خان ڇوري تي مست لڳو پيو هئو. اوهاريو اوهاريو پيو وڃي. گگ پئي ڳڙيَس. هر هر ڇوري کي گهرائي گهور ڏئيس ۽ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪريس.
“نالو چا اٿئي”. ڇوري کان پڇيائين.

“بشير!” چوڪري مختصر جواب ڏناس.
“يار نالو تہ لاجواب اٿس!” پچڻ ڪانپوءِ اسان کي ٻڌائي.
“استاد آچر چا ٿيئي؟” وري گهرائي پڇيائينس.
“ڪجهہ بہ نہ” چوري جو ساڳيو مختصر جواب.
“ڪڏهن کان وٺي نچندو آهين؟” بيهر گهرائي، رپيو گهور ڏيندي پڇيائينس.
“گهڻي وقت کان”. هٿ هٿ سان ملائيندي ۽ رپيو وٺندي، چوري نينگ ڏئي ڏئي ٻڌايائينس.
“ايڊريس تہ ڏي!” واڌارُو رپيو ڏيندي پڇڻ لڳس.
“اسان هڪ هنڌ هوندا ئي ناهيون” ناز نخري سان ٻيو رپيو پڪڙيندي، نينگڙي سان ٻڌايائينس.
“ذات جو ڪير آهين؟” اڃا گهور وڌائيندي پڇيائينس.
“خبر ناهي!” ساڳئي ناز نخري سان نوٽ وٺيندي، جواب ڏنائينس.
“چو؟” وائڙن وانگي ٻي خياليءَ مان پڇيائينس.
“بس الائي!” ساڳي ادا سان آخري نوٽ وٺيندي ٻڌايائينس.
“پلا اصل ڳوٺ ڪهڙو اٿئي؟” آخري ۽ رکو سوال، سو بہ رڪت تي پڇيائينس.
“مونکي خبر ناهي!” کيس پالهو ڏسي، اِندن تي گهوم ڏئي، ٽرئاون سان ٻين شائقين جا کيسا خالي ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي ويندي چيائينس.
چوري، نالي ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ٻڌايس. هيءُ يار بہ آسري ۾ هڙ ئي ڏوڪڙ لٽائي وينو هيو.
تو مان کان پٽ سٽ ڪري، وري چوري تي پئسا هارڻ شروع ڪيائين.
ساڳيا سوال، ساڳيا جواب. اسان بيزار ٿي وياسين، هن جي گگ بيهي ئي نہ.
راڳ ختم ٿيو پر چوري سُرُ نہ ملايس.
ماٺهو وجڻ لڳا، ولڻ خان هلڻ جي واري ئي نہ واري. چي: “جيڪي ڏوڪڙ آندا هئم، سي چوري کي ڏنا اٿم. اوڌر تنهن کان علاوه پٽي اٿم. هيءُ اُت جو پٽ منهنجا پئسا ائين ڦٻائي تو وڃي. ائڊريس ئي نہ تو ٻڌائي. پهرين ائڊريس معلوم ڪبي، پوءِ ڳوٺ هلبو. هيءُ اهڙو مڙس ماٺهو آهي چا؟ جي نہ ٻڌائيندو”.
اسان کي بہ ڏکي هلي استاد آچر جي سامهون ڪيائين. آچر بہ ساڳيا ئي جواب ڏنا: “ادا، ذات ۽ ڳوٺ تہ رهيو پري، پر سندس پيءُ ماءُ جي بہ مونکي خبر ناهي”.
زور پرڻ تي حقيقت کان آگاهہ ڪندي ٻڌايائين: “انهيءَ کي ٻارنهن سال کن ٿيندا جو هڪڙي ڳوٺ ۾ رات جو اسان راڳ جي محفل پئي ڪئي. تنهن وقت ۾ مون وٽ تمام سريلا چوڪرا هئا. انهن مان هڪڙي تي بہ ڏريون پئسن ڏيندي اٽڪي پيون. تون چا، تون چا ۾ جهيڙو وڌي ويو. وڏيڪ خون خرابو ٿئي، اسان بنيرڪي جو ئي نڪري پياسين. انهيءَ رات رستي ويندي هڪڙي ڪرڙ جي پاڙ مان اوئان اوئان جا آواز ٻڌاسين. ٽارچ هڻي ڏٺوسين تہ هائو بيلي ڦاٿل رلهيءَ جي ٽڪري ۾ ڪا شيءِ ويڙهيل آهي، جنهن ۾ ڪا چرپر بہ آهي. ويجهو اچي ڏٺوسين تہ تازو ڄاول ٻار. بس ان وقت الائي ڪهڙو روح ۾ رحم اچي ويو، جو اتان انهيءَ ٻار کي کنيم. ڪنهن کان پچڻ بہ بيڪار سمجهيم. ڪير ان کي پنهنجو ڪندو؟”
چوڪري جي ماضيءَ بابت ٻڌائڻ ڪانپوءِ هاٺوڪي حال تي آيو: “هاڻي وڏو ٿيو آهي! ٿوري محنت مڙي ڪري، انهيءَ لائقيءَ ڪيو اٿمانس. هن وقت تر جو سنو ۽ مجيل ناچو آهي. پنهنجو پيٽ بہ پيو پالي ۽ اسان جي جياپي جو بہ سهارو ٿي پيو آهي”.
ڳالهہ ٻڌي منهنجا ڻپَ ئي نري ويا. اکين اڳيان اوجهراٽيون اچي ويون. الائي ڪيئن ڳوٺ پهتاسين. اڃڻ سان ئي کٽ تي ڍهي پيم پر ننڊ نہ آئي سو نہ آئي.

# ٣.   اديب، اڻ اديب

"اڙي يار! اديب صاحب! اٿندين به يا سجو ڏينهن ڪتابن جي مٿان ڏوڙو لڳو پيو هوندين". شاهه بخش نيٺ بيزار ٿيندي رڙ ڪئي.

"چاهي؟" نجم عباسيءَ جو ترجمو ڪيل ڪهاڻين واري ڪتاب، اڪيلا نه آهيون مان منهن ڪڍي، اکيون چنجهيندي ڪانئس پڇيم.

عجيب نموني سان مون ڪي گهورڻ لڳو. ڄڻ چوندو هجي: "خبر نه اٿئي ڪاڏي هلڻو آهي".

مان به سندس مطلب سمجهي ويس. پر هرويرو اٽڪاڻ تي پڇيومانس: "هان، ڪاڏي هلڻو آهي؟ منهنجو مطلب آهي ته هي سرما، سينڊيون ۽ پائوڊر ڪاڏي هلڻ جي تياريءَ ۾ ٿيا آهن؟"

شدت واري ڪاوڙ، جيڪا سندس منهن مان بکي پئي، منهنجن انهن لفظن سان ٺڏي ٿي وئي. مون وارو تير نشاني تي لڳو هئو. ڪاڏي به هلندو آهي ته ناهه نُوهه ڪانسواءِ نه هلندو آهي. پوءِ پلي ڳاڏي نڪري وڃي، پر هيءُ مڙس سنبت جون هڙئي رسمون پوريون ضرور ڪندو آهي.

ڪمري ۾ اسان به ڄڻا ئي هئاسين.

اسان وارو ڪوارٽر ڊبل روم ڪوارٽر آهي. اسان پاسي واري ڪمري (Annexie) ۾ رهندا آهيون. هن ڪمري ۾ باٿ ۽ ليٽرن اٽيچ هئڻ واري سهوليت پڻ آهي.

ڪمري ۾ ته چڪي مسي چار ڪٿون پونديون آهن. جڏهن چوٿين ڪٿ وجهندا آهيون تڏهن لنگهڻ جي جاءِ نه ٿيندي آهي. رات جو سمهڻ وقت چار ئي وجهندا آهيون ۽ صبح جو چوٿين ڪٿ، جيڪا هلڪي ۽ ننڍي آهي، سا ايي ڪري چڙهيندا آهيون. ڪرسي يا ٽيبل رکڻ جو ته اسان جي ڪمري ۾ سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

ڪوارٽر دارصل سرويئر يار محمد جامڙي جي نالي تي آهي، جيڪو انهيءَ جي هڪڙي ڪمري ۾ چڙو رهندو آهي ۽ هيءُ ڪمرو جنهن ۾ اسان رهون ٿا، انور نيڪيدار کي اڌ مسواڙ تي ڏنل اٿس. انور مهربانيءَ طور اسان ٻنهي کي هن ڪمري ۾ رهايو آهي، ڇو جو اسان جي ڪالونيءَ ۾ لوڪل چوڪيدار ۽ پٽيوالن لاءِ ته ڪوارٽر آهن، پر پرديسي سرويئر پلي ڌڪا جهليندو وتي، ان لاءِ ڪمرو به نه آهي. اهو به نيڪيدار کي شرم آيو آهي جو بنا معاوضي ۽ لالچ جي، تڪليف هوندي به، ساڻ رهايو اٿائين. جڏهن ته ساڳيو ڪمرو، اسان کي مفت ۾ ته نهيو، ساڳين پئسن ۾ به نه ملي ها.

شاهه بخش ۽ مان به هڪ ئي سب ڊويزن جا سرويئر آهيون. اسان جون سائيٽون تمام پري آهن. ڇو جو اسان نوان آهيون ۽ اڃا سان ڏيٺ ويٺ نه هئڻ ڪري اسان کي ٻاهر اڇلائي ڦٽو ڪيو اٿائون. شاهه بخش کي ته نوڪريءَ ۾ آئي سال ڪان مٿي عرصو ٿيو آهي. مون کي چار مهينا مس ٿيا آهن. هيءُ مون کان چار پنج سال ننڍو آهي. فرق اهو آهي جو هو ڊپلوما ڪري اچي سرويئر ٿيو آهي ۽ مان گريجوئيشن کان پوءِ. پگهار ماشاءالله مون کان گهٽي اٿس. هڪ سال جي 35 روپيا انڪريمينٽ لڳي اٿس. پر آهيون ٻئي سجا. چندبو چندبي کي سؤ ڪوهه تي ڳولهي لهي.

"توهان اديبن جو ته سدائين مٿو خراب هوندو آهي. سجو ڏينهن سيڪس جا ڪتاب پڙهندا آهيو ۽ عشق جا افسانا ۽ ڪهاڻيون لکندا آهيون. اڙي آهيو ڪو پيو به ڪم دنيا ۾؟" هن اڪيلا نه آهيون ڪتاب جي ٽائيٽل ۽ نالي مان فائدو وٺندي، اندرجي ٻاهر ڪيي.

"پلا انهيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو مزيدار ۽ آزاديءَ وارو موضوع آهي. جنهن کي پڙهجي يا جنهن تي لکجي ته دل کي فرحت اچي؟" مون ڳالهه کي اينگهائڻ خاطر جواب ڏنس.

"اڙي! تون اديب آن؟ توکي اها به خبر ناهي ته دنيا ۾ لکڻ لاءِ ڪيترا ۽ ڪهڙا ڪهڙا نه موضوع پيا آهن. رڳو اهو موضوع آهي؟ جيڪو سولو ۽ آسان ٿو لڳيوَ، سو سيئي اديب ڪنيو بينا آهيو. جيڪو ٿو گهر ڪان رُسي سو عشق تي ڪهاڻي ٿو لکي. عشق توهان اديبن ايترو سستو لڌو آهي ڇا؟ خواهه مخواهه عشق کي اوهان اديبن ايڏو ته بدنام ڪيو آهي جو هاڻي اسان جهڙن کي عشق ڪرڻ کان به شرم ٿو اچي". هن مون واري جواب تي ديناداستيءَ جرح ڪئي. ڇو جو مان سندس تيار ٿيڻ کان پوءِ، بجاءِ ساٿس يڪدم اٿي هلڻ جي، ڪتاب تي ئي ڪريو پيو هئس.

"عشق ۾ توکي شرم انهيءَ لاءِ ٿو اچي، جو تنهنجي عمر اجا اهڙي آهي. تون اجا انهيءَ مخمصي ۾ ڦاٿل آن ته عشق

تون ٿو ڪرين يا توتي ٿو ڪيو وڃي. جيڪڏهن تون اديب هجين ها ته توکي نسيم گل ۽ فهيم گل وانگر اڄ عشق تي فخر هجي ها. تون شرم محسوس نه ڪرين ها”.
“اڙي! وري چاچنهن واري بڪواس شروع ڪيئي! منهنجي سامهون انهيءَ عشق جي ڳالهه نه ڪندو ڪر! جيڪو رڳو لکيو ويندو آهي، پر ڪرڻ لاءِ ڪيو نه ويندو آهي. توهان اديب لکڻ لاءِ ته محبت جي باري ۾ ئي لکندا آهيو، باقي جي ڪو چڱو چورو هٿ اچي وڃيو ته مائٽن کي ٻج به نصيب نه ٿئيس. اديب ۽ مها ليکڪ بنائڻ جا ڏنا ڏئي پيا گهمايوس ڦيرايوس ۽ ان جي صدقي دوستن، يارن جون چانهيون ۽ بوتلون ڏوکيو”.
“اڙي! بابا! ساريءَ دنيا ۾ آهي ته انهن ٽن شين جي ضرورت. هڪ کو سهٽو پر ۾ هجي، ٻيو چار چڱا سلام ڪن، ٽيون مفت ۾ چانهه پاڻي پيو نڪري. جنهن کي اهي ٽي شيون ملن، ان کي باقي مولا کان ڇا کپي؟”
“ڏوڙ اٿو منهن ۾، اُتي! هاڻي اُتي ته هلون. رجب کي ڏسون. هو يار محمد به هر هر ٿو دڙڪا ڏئي ته: ڪمرو ڇڏيو، مان سپرنٽيندنٽ کي رهائيندس”.
“انهيءَ شاهه دولي جي ڪئي کي ڇو ته وڃي رهائيس پاڻ واري ڪمري ۾. اسان کي ڪو پاڻ رهايو اٿئين ڇا؟ چئينس وڃي انور سان ڳالهائي. ڪمرو ان کي ڏنو اٿئين ڪو اسان کي ڏنو اٿائين ڇا جو توکي ٿو چوي ته: ڪمرو ڇڏيو. پلا ڪمرو ڪو چاچهنس جو آهي ڇا؟ جو اسان ڇڏي وڃون”.
ياروءَ جو نالو ٻڌي منهنجي سامهون شاهه دولي جو ڪئو کهاٽيءَ جو سين ڦرڻ لڳو. شاهه دولي جو ڪئو جيڪو بين لاءِ ڪرتب ڪندو وتي ۽ پاڻ کان سنگهه پئي وهيس ته خبر ئي نه پئيس. هيءُ به ان وانگر آ. بقول رشيد ڪنڀر جي: “ڦِت ڦِت! هِت ٻينو آهي، ڦِت ڦِت! هُت ٻينو آهي. هڪ هنڌ ٽڪاءُ ئي ڪونهيس. ٻيس مين آهي. اڄڪلهه جي آفيسرن کي به ٻيس مين کپي. هوشيار ماڻهوءَ جو ڪو قدر ڪونهي. ڇو جو آفيس جا ڪم ته پاڻهي پيا هلندا آهن”.
پنج ڏينهن اڳ ۾ اسان جي ڪمري جي ٻنهي درن وارا تالا پيجي، ٽيڙ ٻاهر اڇلايا هئائين. مان انهيءَ ڏينهن شاهه گودڙيي ۽ حمل وارن علائقن جو پاڻي چڪاسڻ لاءِ يونيسيف جي نمائندي هائيڊرو جيالاجسٽ سان ويل هئس. شاهه بخش ياروءَ سان ڪچي ڪونه سگهيو هئو. ڏاڍي جي لٺ کي آهن ۾ مٿا. هڪ ته ياروءَ جي شڪل به ڏائنٽن وانگر آهي. به نيشون ٿوريون ڏڳيون اٿس. انهن نيشن جي پو کي هلڪو ڪرڻ لاءِ پهرين ههه ڪري ڪوڙو ٿڪ ڏيندو آهي، پوءِ ڪا ڳالهه ڪندو آهي. ان ۾ به ڇمچاگيري سرس ۽ مطلب گهٽ هوندو اٿس. انهن ڳالهين جي ڪري ٻيا به ساٿس ڇانپ هئا.
جڏهن رات جو موٽيس ته خبر ملڻ تي ڦڏو ڪيومانس. انجنيئر ٽائين ڳالهه پهتي.
اسان جو چوڻ هيو: “اسان کي رهڻ لاءِ ايتري مهلت ملي جو جيستائين اسان کي شهر ۾ جاءِ ملي، تيستائين اسان هتي هن ڪمري ۾ رهون، ۽ پوءِ ڇڏي وڃون”.
مون واري ڪوڙيءَ ڏاڍ تي سيئي چڱا منا، پڙهيل ڳڙهيل به ڏرا ٿي ويا هئا. جنهنڪري اها مهلت ملي هئي. اسان به وقت کي ڏکو ڏيڻ لاءِ انهيءَ ۾ راضي ٿيا هئاسين. جتي ٻيو ڪو طرفدار نه هجي، اتي ٻيو نه رڳو ايتري مهلت به غنيمت.
“توهان اديب به رڳو وات هٽي جاٽو. پا لکڻ جو ڪم هجيو. باقي ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ اصل نه چئجيوَ. ويهي ويهي اهڙا پاڙيا ٿي ويا آهيو جو مانيءَ جو گرهه به ٻيو پيجي وجهيو. توهان کي ان جي ڪٽڻ جي به طاقت ڪانهي. باقي شل نه ڪو هيٺو هٿ اچيو. رنن وانگر هڪڙي گار لاهيوس ته ٻي چاڙهيوس. اتي هاڻي ڇڏ انهيءَ پٺهين نجم عباسيءَ کي. اهو پاڻ ته بنگلن ۾ آرامي هوندو، سر تنهنجو رلائي ڇڏيو اٿئين!” ڪتاب هٿ مان ڪسيندي، پيرن سان منهنجو بوٽ، منهنجي پيرن وٽ سيريندي چيائين: “اٿي پاءِ بوٽ، رجب ڏسي آيو آهي. هتي ڪالونيءَ جي سامهون واري گهٽي ۾ هڪ جاءِ مسواڙ تي ملي ٿي، سا ڏسي اچون!”
“ڏسڻي ڇا آهي؟ بس جڳهه کپي. هو ڏئي ٿو، ڪيتري ۾ به ڏئي في الحال ته وٺڻي آهي؟ تون ئي وڃينس. مان ڇا هلي ڪيان؟” ٽائيندي چيومانس.
“بابا جڳهه آهي، نيٺ ڏسي وائسي وٺڻي آهي. رهڻ جي لائق آهي؟ ناهي؟ وهنجڻ جي جاءِ ۽ ڪاڪوس خانو اٿس نه اٿس. مسواڙ مناسب اٿس، نه اٿس؟”
“انهن ڳالهين جي خبر توکي نٿي پوي ڇا جو مان هلان”.

“توکي رهڻو آهي آ يا ڪونہ اٿئي رهڻو؟ سڌو ٻڌاءِ هلين ٿو يا نٿو هلين”. غصي ۾ صفا تيڪ ٿي ويو هئو. وڌيڪ بحث ڪرڻ معنیٰ پادر ڳهري وڃڻ. تنهنڪري يڪدم بوٽ پاتم.
“سائين ناراض ڇو ٿا ٿيو؟ حڪم ڪيو سائين جن جو. اسان سائين جن جا غلام”. غصي کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ مکڻ مکيومانس.
“غلام جو سڪو. اسان جي هيڏي پئي ٿي بيعزتي ٿئي. سيڪو ٿو چئي: ڪالونيءَ ۾ چڙا چانڊ رهيا پيا آهن. هر ڪو اسان مان بيزار. سوير ساجهر هلي ڪو ٿڻ ٿانءِ تجي. هي مڙس تہ رڳو ننڊ هجيس يا لکڻ پڙهڻ جو ڪم. باقي ٻئي ڪم ڪان پرو”. نڙي ڳهٽجي وئي هئس. منهن لال ۽ ڪن دونهاتنجي ويا هئس. نريو تہ نہ پر پنهنجي منهن چين چين ڪرڻ لڳو.
“اڙي تہ پوءِ چڙا رڳو اسان ٿا رهون ڇا؟ يارو نٿو رهي؟”
“اڙي تہ پوءِ اهو چاچو اٿن. تون مان نوان آهيون. پلي ڪنهن سان ڪيتري بہ چڱائي ڪيون پر اسان تي ڪير بہ اعتبار نہ ڪندو”.
“توکي ڏيڍ سال ٿيو آهي. تون بہ اجا نئون آن”.
“اڙي بس ڪر هاٽي بڪواس، چپ ڪري هل”.
ڪمري کي تالو هڻي ٻاهر آياسين. رجب چوڪيدار کي، اها جڳهہ ۽ مالڪ ڏيکارڻ لاءِ، اچي بينچ تان اٿاريوسين. مالڪ سان ڳالهائڻ لاءِ احمد عليءَ کي بہ ڪنيوسين.
احمد علي مگسي اسان جي آفيس ۾ ڪلارڪ آهي ۽ ڳالهائڻ جو بہ چڱو ملڪو اٿس. ان ڪان علاوه اسان سان ٿوري گهڻي دلي همدردي بہ اٿس. تنهنڪري ڪيس ڪٽڻ لازمي سمجهيوسين.
چار ئي ڄڻا، جڳهہ جي مالڪ جي گهر جي در تي آياسين. مسواڙ لاءِ خالي جڳهہ بہ گهر جي پرسان ئي هيس. جڳهہ کولي ڏيکاريائين. جڳهہ ۾ اوپر-منهان بہ ڪمرا، سي بہ ننيڙا، ۽ اڳيان ننيڙو ويراندڙو هئو. اڱڻ ڪونہ هئس. ڪُڪڙن جي ڪڏيءَ وانگر هئي. هڪ ڪچي، ٻيو نلڪو، باٿ روم ۽ ڪاڪوس خانو بہ نهيل نہ هئس. اڇ-وچ جو دروازو اوپارين گهٽيءَ ۾ هئس.
جڳهہ جو هڪڙو ڏاڪٽيو در مالڪ جي گهر واري اڱڻ ۾ کليو پئي ۽ ٻيو اترين گهٽيءَ ۾. ان ساڳيءَ گهٽيءَ ۾ هڪڙي ڪمري ۽ وراندي جي پاسي کان دريون هيون. گهٽيءَ واري دروازي ۽ وراندي جي وچ ۾ نلڪو ۽ باٿ روم، گهٽيءَ جو اڌ حصو قبضو ڪري، ناهي ڏيڻ لاءِ مالڪ پنهنجي رٿا پيش ڪئي. گهٽيءَ وارو دروازو کولي گهٽيءَ جو بہ سير ڪرايائين ۽ جڳهہ جي تعريف ائين جاري رکيائين، ڄڻ ڪاڪ محل جون خوبيون ٻڌائيندو هجي. جڳهہ ڏسي، منهنجي اکين اڳيان ، پردي ڪچڻ کان پوءِ واري ڪهاڻيءَ واري حضرت مولانا وارث علي ڪاظمي چشتي قادري مدظلہ جي گهر جو نقشو گهمڻ لڳو.
احمد عليءَ ئي مالڪ سان مسواڙ لاءِ ڳالهايو. مالڪ جڳهہ لاءِ پنج سؤ روپيہ چيا ۽ وڌيڪ پنهنجي انهيءَ باغ عدن جي تعريف ڪرڻ لڳو: “سائين اجڪلهہ جڳهيون ملن ڪونہ ٿيون. اعتبار گهٽ رهيو آهي. مالڪ جڳهہ ڏيڻ کانپوءِ چڙائي نٿو سگهي. باقي هي پائوءَ جن رهڻ چاهين تہ هرهڪ ڪمري ۾ ٻہ ٻہ، ٽي ٽي ڄڻا ٿي رهي سگهن ٿا ۽ ائين هرهڪ تي مسواڙ بہ گهٽ ٿيندي. بورچي بہ رکي سگهندا، مانيءَ جو خرچ بہ گهٽ ايندن”.
“خير اهي بعد جون ڳالهيون آهن. هي في الحال اڪيلا ئي رهندا. هنن جي شودر قسم جي ماڻهن سان ڪانہ لڳي، سو ٻئي ڪنهن کي ڪونہ رهائيندا. باقي پنج سؤ ۽ هيءَ جڳهہ! .... ٿورو توهان بہ سوچيو ۽ اسان بہ سوچيون. ها! باقي رهي ضمانت جي ڳالهہ، سو توهان جنهن لاءِ چوندئو، اسان ان کي ضامن ڪري وٺي ايندا سين”.
هنن پاڻ ۾ ڳالهايو پئي تہ هڪڙو اچي چاپئين ڏاڙهيءَ سان قداور همراهہ، گوڏ پهراڻ پاتل، پاپڙ ڪندو اچي مٿان بيٺو: “ادا جڳهہ وٺو ٿا تہ پلي وٺو. پر هي دريون ڪڏهن نہ ڪوليندؤ” اترين گهٽيءَ وارين درين ڏانهن اشارو ڪندي گوڙ ڏنائين.
اسان هراسجي وياسين تہ: “هي ڪٿان آيو. ڇا ٿيس؟ ڇنائي آيو آهي يا ڪنهن هيڪلي وڻ هيٺان لنگهي آيو. اجا جڳهہ ورتي ئي ناهي تہ جهيڙو ٿو ڪري. رهنداسين تہ پوءِ الائي ڇا ڪندو”.
“ادا انسان آهن، گرميءَ کان دري تہ کوليندا. باقي توهان ڏي ڏسن تہ پوءِ توهان چئو!” جڳهہ جي مالڪ موٽ ۾ چيس

۾ اندران اندران اسان کي شرافت جو سرٽيفڪيٽ پڻ ڏئي ويو.
هُن همراهه کي، الائي ڇو اسان تي اعتبار نہ آيو جو چوڻ لڳو: "نہ سائين! اسان جون مايون در تي چار ئي پهر بيٺيون هڪبئي سان ڳالهائين. ڪم ڪار پيا هڪ ٻئي ۾ چوويهہ ئي ڪلاڪ پون. هي جي دريون ڪوليندا تہ پوءِ ڇا لاءِ ڪوليندا".
"سائين هي، هي ائين ڪٽي سمجهو تہ جڻ عورتون آهن. اسان هنن کي سڄاڻون نہ! توهان سان ڪجهہ ٿئي تہ اسان ذميوار آهيون". رجب چوڪيدار، اسان طرفان وت آهر وڪالت ڪئي.
"نہ بابا ڪير بہ هجي. اسان دريون کولڻ نہ ڏينداسين. هتي ڪوس ٿيندا. بندوقون هلنديون. عزت ڪان مٿي جان لٿي آهي ڇا؟ اسان جي پاڙي ۾ رهندا تہ دري نہ ڪلندي. جڳهہ پلي ونو. پر اسان جو اهو هڪڙو شرط آهي. هينئر بہ اسان جون عورتون بيٺيون هڪبئي سان ڳالهائين. پوءِ اسان توهان جي ڪري پنهنجا ڪم ڪاريون ڇڏي ڏينداسين".
ڪنڌ ڪٽي ڏٺم تہ سندن عورتون، پاڙيوارين عورتن سان در تي بيهي ڪچهرو لائيون بيٺيون هيون. مونکي تہ جڳهہ نپ ڪونہ وٽي هئي. ان ڪان ڦٽ پاٽ تي رهڻ فائديمند هئو. وري مٿان مسواڙ بہ ڳاٽي پڳي هئس. ويتر جو بهشت ۾ خچر پيو تہ ارواح ئي ڪڇي ويو. يڪدم چيومانس: "سائين اسان جڳهہ ئي ڪونہ ٿا ونون. اسان بس ڪئي. اسان کي هيءَ جڳهہ ڪانہ کپي".
دڪي اڇي منهنجي ٻانهن ڪان سڪ جهليائين ۽ چڪي گهٽيءَ ڏانهن آٽي چيائين: "ڏس! هيءُ تنهنجي سامهون بيٺيون آهن، ڳالهائين ٿيون پيون نہ!" پنهنجيءَ ڳالهہ کي وزن ونائڻ لاءِ اکين ڏٺو ثبوت پيش ڪيائين.
سندس رڙين تي ماٺهو بہ گهٽا مڙيا هئا. هٿ ڇڏائيندي چيومانس: "ادا، ها! خدا جي نالي منهنجي ٻانهن تہ ڇڏ!"
ٻانهن ڇڏائي احمد عليءَ وارن کي چيم: "خدا جي نالي واپس هلو! ڍنڍ ۾ پئي اها جاءِ!"
انهيءَ اوچتي آيل همراهہ جي رويي تي مالڪ بہ پشيمان ٿيو ۽ زور زور سان سمجهائڻ لڳس. نتيجي ۾ هو بہ ڪيس سمجهائڻ ۾ لڳي ويو. هڪبئي کي سمجهائڻ ڇا لڳا؟ بس گار جي ريهہ پئي پين. اسان تہ وهايا جَوَ. ائين پڳاسين جڻ ڪتيءَ جا ڪن وڍايا.
"پيتءِ ڍءُ، ٻڌءِ پڳ!" ڪمري تي پهچي، شاهہ بخش مان ٻاهہ ڪييم.
"ها! ڏٺم تنهنجي بہ دل! گهر ۾ آهيو، جڻ ڪنهن ڪتو چوڙي ڇڏيو. باقي ٻاهر جڻ ڪڪڙ تي مينهن پئجي ٿو وڃي. وات ۾ مگ پيل هيئي ڇا جو نہ پئي ڳالهائيسي! ٻانهن ڪان وني پيو ڏيڪارئي تہ بہ ٻانهن ڇڏائي پڄي آئينس!"
"ڇا ڳالهايانس ها؟ صحيح تہ چيائين پئي! جڏهن گهر ۾ رعب نہ هلندو آهي تہ پوءِ پاڙيوارن ۾ پرديسين کي دڙڪا ڏئي پاڻ کي باغيرت ڇوائبو آهي". مون پنهنجي صفائي پيش ڪئي.
"غيرت وري ڏوڙ جي! اها رنن کي هٿ سان موڪلڙي هوندن تہ گهمنديون وتن. جيڪو پنهنجين کي ڏت نہ ڪري ۽ بين تي رعب ڪري اهو بہ هونئن سمجهہ." احمد عليءَ سڄي قصي تي ائين ٽيڪا ٽپٽي ڪئي جڻ درياهہ کي ڪوزي ۾ بند ڪري ڇڏيائين.
"هڪڙا گهر ۾ گهٽو وات هٽن، ٻاهر ٻڙڪ نہ ڪڇن. ٻيا گهر ۾ ڪڇن ئي نہ ۽ ٻاهر ٻاقيندا وتن. بس قصو سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي". رجب چوڪيدار قصي جو اختصار پيش ڪيو.
"معنىٰ تہ هڪڙا اديب ۽ ٻيا ان جو ضد اڻ اديب". شاهہ بخش مون تي چٽر ڪرڻ خاطر، رجب جي ڳالهہ جو نچوڙ پيش ڪيو ۽ مون ڪان الائي ڇو پاڻمرادو ٺهڪ نڪري ويو. جيڪو حقيقت ۾ انهيءَ سڄي ڪارروائيءَ جو تات-پُرج هئو.

# ٤.  الهو ڀلهو

ڏکندي ڏکندي گوڏ جي پلوَ مان ڏوڪڙ چوڙيائين. ڏوڪڙ، ڇُڙندي ئي هٿ مان هليا ويس. نِوڙي کنيائين ۽ ڏکندڙ هٿن سان وٺيل ڪاغذ جي نوٽن کي سڌو ڪندي، ڊاڪٽر صاحب کان پڇيائين: “ڏاڪدار صاحب اوهان جي ڦيهي گهٽي ٿيندي؟”

“ڏساٺي ٿيهه روپيا. سئي ۽ دوا، جيڪا ڏني اٿم، ان جا ويهه روپيہ. ٻيو موٽر سائيڪل جو تيل آهي. سو بہ ڏهين روپئي کن جو ٿيندو. ٿين تہ گهٽا ٿا پر توهان پنجونجاهہ روپيا ڏيو”. ڊاڪٽر صاحب، اسٽور تان ٻيون دوائن وٺڻ لاءِ پرچي هٿ ۾ ڏيندي، چيس.

وٺيل نوٽن کي، سڌي ڪرڻ ڪانپوءِ، ٽي دفعا ڳڻيائين. ٽئي گهمرا سٺتيهہ روپيا ٿيا. هيا ئي ايترا تہ وڌن ڪيئن. منهن لهي ويس. چپ خشڪ ٿي ويس. خشڪ نڙيءَ کي ڳيت سان ۽ خشڪ چپن کي زبان ڦيرائڻ سان آلو ڪندي، ٻنهي هٿن ۾ سٺتيهہ روپيا جهلي، ڊاڪٽر صاحب کي التجا ڪيائين: “ڏاڪدار صاحب اسان گريب آهيون. توهان کي الله ججهو ڏنو آهي. مون وٽ اهي پئسا آهن. اجا هجن ها تہ توهان پنجونجاہ ٿا چئو مان توهان کي سؤ بہ ڏيان ها. پر ڇا ڪريان گريب ٿي پيو آهيان. بس الله توکي بہ گنج ڏيندو. مون گريب سان رعايت ڪر.”

“اهو تہ دوا، سئيءَ ۽ پيٽرول جو خرچ مس آهي باقي مان هيترا مريض سيڙائي تو وٽ آيو آهيان، سو منهنجو ڪو حق ڪونهي؟ ڪٿي ڏس گهر ۾ ڪنهن ڳنڍ ٻنڊ ۾ ٻڌل هوندئي؟ يا ڪنهن قرآن ٻرآن جي مٿان رکيل هوندئي؟ وڃي ڪٺي آ.” وزٽ تي آيل ڊاڪٽر صاحب ٻوٿ ڪِنو ڪندي چيس.

“باقي جي ڪنهن کي هڪ دفعو پئسا ڇڏ تہ وري آئندهہ لاءِ فقيرن وانگر ڪٺي لانڊ ناهيندو. چوندو: اڄ پئسا گهٽ آهن. صبحاڻي وري اهي بہ نہ هوندا.” گهٽ في ڏسي، پنهنجي منهن ۾ پِڻ پِڻ ڪندي وري چوڻ لڳس: “نہ بابا انهن ۾ ائين نہ ٿيندو. باقي جي چوڪري کي تون سرڪاري اسپتال ۾ ڪٺين اچين ها تہ پوءِ پئسا بہ گهٽ لڳني ها ۽ دوا بہ مفت ملئي ها. اها بہ اهڙي دوا نہ ملئي ها، قطار ۾ بيهين ها تہ خبر پوئي ها. هتان ئي بيل گاڏيءَ ۾ چوڪري کي ڪٺي اچين ها تہ ڏينهن جي بہ خبر پئجي وڃئي ها”.

عارب، مٿي تي ٻڌل بوڇڻ لاهي، ڊاڪٽر صاحب جي پيرن تي رکيو ۽ چيائينس: “ڏاڪدار صاحب! بس منهنجي لڄ رک! مان ڪٿان نہ ڪٿان پٽي سٽي تو کي پئسا ضرور ڏئي ويندس. رڳو مونکي اڄ جي مهلت ڏي. بس بسم الله ڪري هي هينئر کڻ. الله ۾ اميد تہ شام تائين تنهنجا پئسا توکي پَهتو ٿي ويندا. بس الله کي ڏس! هي ٻانهون ٿو ٻڌانءِ”. ٻانهون ٻڌندي جملا پورا ڪيائين.

ڊاڪٽر صاحب نِوڙي وزيٽنگ بئگ کڻئي ۽ گهر کان ٻاهر نڪري ويو. عارب هارايل جواريءَ وانگر، ڳرن قدمن سان اچي زال ۽ پٽ جي مٿان بيٺو.

“اڙي! ڏاڪدار صاحب دوا ڪيئن چيئہ تہ پيارينس؟” روئي روئي اڌ-مئو ٿيل پٽ جي حالت ڏسي، زال کي ياد ڏياريائين.

“ها! ڏاڪدار صاحب چيو تہ بہ گوريون هينئر، بہ منجهند، بہ رات پاڻيءَ سان ۽ دوا جا بہ بہ وزن. وري صبحاڻي ڏيڪارجو. پر پاڻي تہ پري وٺ، گوري تہ وڃهانس”.

مائي بچيءَ، بل ڏيندڙ علي داد کي پنهنجي هڪ ٽنگ تي سنئون سمهاري، ٻي ٽنگ مٿان رکي پيڪڙ ڏني تہ جيئن چري نہ سگهي. ڪٻي هٿ جي چپٽيءَ سان نڪ جون ناسون بند ڪري، سڄي هٿ سان وات پٽيائينس. عارب هڪ گوري بہ اڌڙ ڪري علي داد جي ڦاٽل وات ۾ وڌي، مٿان پاڻي وڌائينس. مائي بچيءَ ناسن مان هٿ ڪڍندي، مٿان رکيل ٽنگ جو بار هلڪو ڪيس تہ ننڍڙي هنيان ڦاڪار ٻوڪاٽ ڪيو ۽ گرڙاٽ سان، گوري ۽ گگ، پاڻيءَ سميت ٻاهر نڪري آيس. مٿئون وري هڪڙو اُجکو بہ آيس، جنهن سان پيٽ ۾ پيل سيڪجهہ ٻاهر نڪري آيس.

ساڳيءَ طرح دسي ٻيءَ گوريءَ جا بہ اڌڙ وڌائونس. اهي بہ ائين ئي نڪري ويس. مٿئون ڳاڙهو مڪسچر بہ چمچن سان دسي وڌائونس سو بہ ڪيڪراٽ ڪري ڪڍي ڇڏيائين.

عارب ٻئي هٿ مٿي کي ڏئي ويسورن ۾ ويهي رهيو. چي: ‘ڪتو بہ ڪاڌم، ڪک بہ نہ پري’. ڊاڪٽر کي بہ منٿون

ڪيمر، دوا بہ چوڪر کي نہ جِوري.
صبح سان جيئن ئي ننڊ مان اٿيو هئو، تيئن بنا سنبرڻ جي، زال شهر موڪليو هئس: "علي داد جي طبيعت ڏاڍي خراب آهي، وڃي ڏاڪدار کي وٺي آ".
ڳٽيءَ ڳاري وڌس. هڪ تہ گهر ۾ پئسو ڪونہ، ٻيو ٻچڙو بہ هٿن مان نڪتو پئي ويس. پئسن ڪانسواءِ ڊاڪٽر بہ مريض کي هٿ ڪونہ لائن. غريب ماڻهو، در تي رڳو بہ ڏڪا ۽ ٺين ڳڻون. تنهن جي بہ ڳاهہ پني ڪان آجائي نہ. زمين بہ هارپي تي. اڪيلي سر ڪاهي، ڳاهي وائري. هر ٻنجهر، ڪاني ڪلي، ڏکو ڏور، جهار جهرڪي، سڀ ڪنهن کي اڪيلي سر منهن ڏيڻ. انهن ڪمن تہ هٽي ڪراڙو ڪري ڇڏيو هئس.
ڏڪا چوڙي پاٽي پيارڻ ويو. پاٽي پياري موٽائي ڪلي سان ٻڌائين تہ جوٽس پڇس: "چو ڏڳن کي اڄ جهنگ چارڻ لاءِ ڪاهي ڪونہ ويندين چا؟"
انهيءَ سوال تي لڙهندي، جواب ڏنائين: "چوڪرو بيمار آهي، توکي ڏڳن جي لڳي آ. مان ڏسان تو ڪٽان بہ ٽي روپيا هٿ ڪري اچان. ڪنهن جو در ڪڙڪايان من ڪو اڌارا ڏئي. نہ تہ اهو ڏڳو ئي ڪپائي اچان، ٻيو وري چا؟"
شام ڌاري جو ڏڳن لاءِ ٻيني ٻنيءَ مان ڳاهہ مٺ ڪيائين جو هاشوءَ ڊوڙندي اچي ٻڌايس: "علي داد جي حالت تمام خراب ٿي وئي اٿئي. تو واري گهر واري اسان جي گهر ڊوڙندي آئي ۽ مونکي تو لاءِ موڪليائين." ائين چئي مٿئون چيائينس: "چڱو تون وڃ ڊاڪٽر کي وٺي آ. مان ٿو تنهنجي ڏڳن لاءِ ڳاهہ مٺ ڪيان".
عارب جو هاشوءَ جي ابهرائيءَ تي ٻنجهر ئي نہ پريو.
"اڙي ڏسين چا ٿو؟ يچ! وڃ ڊاڪٽر کي وڃي وٺي آ." ٻي سُٽ ڏسي وڏيڪ چيائينس: "منهنجي منهن ۾ چا ٿو ڏسين. چوڪري جي ڳٽي نہ اٿئي چا؟"
"ادا! چا ٿو پڇين! سڄو ڏينهن رلي رلي ٻينو آهيان، ڪٿان قرض ئي نہ مليو. چيم تہ ڏڳو ئي اَڌ گيدو ڪپايان. تنهن لاءِ بہ ڪو واپاري نہ مليو. صبح بہ ڏاڪدار صاحب پئسن تي نہ پئي نهيو. دوا بہ الائي ڪهڙي ڏنائين جو چوڪري جو تپ لهڻ جي بجاءِ وڌندو ٿو وڃي. چا وڃي ڪيان ڏاڪدر کي؟ بس هاٽي الله ڪندو تہ چاق ٿي ويندو. پئسا جي نہ هوندا تہ پلا مان ڏاڪدر صاحب کي ڦاهي تہ ڪونہ چاڙهيندم. هو بہ مرضيءَ وارو." عارب روئڻهارکو ٿيندي چيس: "ادا توکي شابس هجي جو مونکي اچي ٻڌايئہ!"
"ادا توکي پئسن جي ضرورت آهي نہ؟ سي مان ٿو توکي ڏيان." هاشوءَ کيسي ۾ پيل سمورا پئسا ڪڍي ڏيندي چيس. "هان هي وٺ!"
وڏيڪ دلداري ڏيندي چيائينس: "هان! هي پنجهٺ روپيا اٿئي. تنهنجي سر تي آئي آهي. تون مهل ڪر! منهنجي الله هلائيندو. تون موٽائي ڏيڻ جو فڪر نہ ڪر. جڏهن ٿيني، تڏهن ڏجانءِ."
هاشوءَ جي دلداريءَ تي پئسا وٺندي، ٻنيءَ مان نڪري سڌو ڊاڪٽر ڏانهن ويو ۽ ان کي سندس موٽر سائيڪل تي وٺي آيو.
"ڏاڪدر صاحب، اها مهل ۽ هيءَ مهل، ننڍڙي جو روڄ ئي بند نٿو ٿئي. ڦيڪاري ڦيڪاري اڌ مئو ٿي پيو آهي. وٽ گهٽو اٿس." مائي ٻچيءَ ڊاڪٽر صاحب کي، چوڪري جي سڄيءَ ڏينهن لوڙڻ واري روداد سان گڏ بيماريءَ جو علاج ٻڌائيندي چيس: "بس اهڙي ڪا سئي هڻوس جو قرار اچي وڃيس".
ڊاڪٽر صاحب انجيڪشن هٽندي پڇيو: "ها! اسٽور واري دوا، جيڪا لکي ڏني هئم، سا وٺي پياريَوس؟"
"سائين نہ ڪو، ايترا ٽڪا وري ڪاٽي رکيا آهن." عارب جواب ڏنس.
ڊاڪٽر صاحب اسٽيٿو اسڪوپ ڳچيءَ مان ڪيندي چيس: "جيڪڏهن اها دوا نہ وٺي ڏيندئوس تہ پوءِ چوڪرو ڪٿان چاق ٿيندو؟" وڏيڪ سمجهائيندي چيائينس: "هينئر هل مانسان ۽ شهر مان وٺي آ!"
"ڏاڪدار صاحب! ايترا پئسا بہ هجن نہ؟!" عارب غربت جو اظهار ڪيس.
"پوءِ بابا هن دوا وٺڻ جو ۽ پچ پچان ڪرڻ جو ڪهڙو فائدو آهي؟" ڊاڪٽر صاحب عارب کي چينبيندي چيو: "اصل دوا تہ اها آهي! ۽ ها ٻڌ اها ٻئي دوڪان تان ڪانہ ملندءِ. رڳو مون واري شهر واري ڪلينڪ جي پرواري اسٽور تان ئي ملندءِ!"
عارب ڊاڪٽر صاحب کي بئگ ڪٽائي، پاسيرو ٿي فيءَ جو پڇيو: "سائين اوهان جا هينئر گهڻا پئسا ٿيا؟"

“هن وقت جو تون پلي پنجاه ڏي، باقي ارڙهن روپيا صبح وارا اٿئي”.
“مون وٽ هن وقت فقط پنجهٺ آهن.” ڏکندي ڏکندي، ڏوکڙ گوڏ جي پلئه مان چوڙيندي، ڊاڪٽر ڏانهن هٿ ڊگهو ڪيائين.
ڊاڪٽر صاحب ڏند ٽيڙي چيس؛ “وري به ڪٿائي ٿو ڏين نه ادا! هل جيڪا تنهنجي مرضي!”
“بس ڏاڪدار صاحب هي ٻانهون ۽ الله جو واسطو”. عارب ٻانهون ٻڌندي چيس.
ڊاڪٽر جي سئيءَ سان چوڪري کي ننڊ اچي وئي. وري وڃي اڌ رات اک کليس. پر اک چا کليس، سڄي گهر کي ڪٽي مٿي تي کنيائين. رڳو بل پئي ڏنائين.
“مئي کي چئي چئي بيني آهيان، مٺا اهي ڊاڪدر رڳو ڦرڻ ڪاڻ لاءِ وينا آهن. ڪهڙي ٿا دوا ڏين. ٻه منٽ به نٿي اثر ڪري. هيءُ مئو ڪو سٽرندو ٿوروئي. چئي چئي ٿڪجي پئي آهيانس ته سائين جن وٽ هلي چانئٺ چمي اچون. من پير سائينءَ جي ڪا دعا اثر ڪريس. ڏنل ٻه سائين جن جو آهي ته علاج به اتان ئي ٿيندس”. مائي بچي پنهنجي منهن پٽڪات شروع ڪيا.
چوڪري جي هيانءَ ڦاٽين رڙين ۽ زال جي تبري تي عارب جي اک کلي وئي ۽ اٿي کٽ تي ويهي رهيو.
“مٺا صبح تي هل ته سائين جن کان ٿي اچون. چوڪر کي چڪ ٿي آهي.” مائيءَ بچيءَ دليل ڏيندي چيس.
“اڙي پو هينئر اڌ رات هلئون چا جو ڪروڌ ڪٽي شروع ڪيو اٿئي. ليي نه پئسو نه پائي، جو ڪٽي سينڪيو وڃي ڪائون. توکي چوري جي لڳي آ. خدا مون کي ماري ته منهنجي جند ڇٽي.” وري مٿي نهاري اوسارا ڪندي چوڻ لڳو؛ “او الله ڪاٿي آهين! تون ڪا واهر ڪر”.
“اڙي چوڪر جي سر کان وڌيڪ پئسا آهن، اگ ۾ به پئسا ڪونه هيئي نه! جو پيرن ڏي پٽ ونڻ نه پئي هلئين. وري اڄ به اها ئي ڪار ڪئي اٿئي”. مائي بچيءَ کيس اڳيون وقت ياد ڏياريو، جڏهن کين شادي ڪئي پنج سال ٿيا هئا. ڊاڪٽرن کان علاج ڪرائي ٿڪا هئا ته مائي بچيءَ عارب کي چيو هئو ته “مٺا! پئسا نه اٿئي ته مان ٿي ڏيانءِ!”
پوءِ جڏهن سنبيريو هئائينس ته وڃي هڪ پراڻي اڳڙيءَ جي ڳنڍ ۾ ٻڌل ڏوڪڙ ڪٽي آئي هئي. ان ڏينهن ڏاڍي خوش هئي. ان ڏينهن مڙس پڇيو هئس؛ “اڙي، ديجهان رن، اهي ڏوڪڙ ڪٿان آندئي؟”
“اڙي! مون کي ڪو تنهنجا آهن چا؟ جو پڇين ٿو. هي مون پائي پائي ڪري ڳڏ ڪيا آهن. چيٽا سڪائي هيءُ چار ڏوڪڙ ميڙيا اٿم. پر اولاد جهڙي شيءِ کان هي وري مٿي آهن چا؟ خدا رڳو پٽ ڏئي. بس ڏسجانءِ ته ڪهڙا نه منڊل ٿي ڪيان”. زال هرٽيءَ وانگي چال ڏيندي چيو هئس.
“اڙي هتان ئي منڊل منڊل ڪندي هل، هتي شل سائين ريجهي!”
“بس رک سائين تي! مولا سٽائي ڪندو. پلي جي پار ڏانهن هوندي چڱائي ته ٻيڙا ئي پار!”
ٽيهري ڏاري وڃي پيرن جي حويليءَ پيڙا ٿيا هئا. سياري جي شروعات هئي. رات جو اجا اگڻ ۾ سوڙ وجهي سمهڻ جي موسم هئي.
مائي بچي به دعا گهرائڻ لاءِ، پير صاحب جي کٽ جي پرسان تڏي تي سٽل هئي. ٿوري رات وئي کان پوءِ جڏهن پير صاحب سائين جي سوڙ ٿوري لهي وئي هئي، تڏهن سندس نظر وڃي مائي بچيءَ تي پئي هئي. پوءِ ته مست اُٺ وانگر اٿيو هو ۽ باز وانگر جهٽي پنهنجيءَ کٽ ڏانهن گهليو هئائينس. “سائين! اهو چا ٿا ڪريو؟” مائي بچيءَ هٿ ڇڏائيندي چيو هئس؛ “ها! اسان کي خبر آهي توکي پٽ جي ضرورت آهي! اسان توکي، توتي راضي ٿي، پٽ ڏيڻ ٿا گهرون”. پير صاحب فرعونيت واري خدائي هلائيندي کيس پٽ جي لالچ ۾ هرڪائي وڌو.
“ائي مائي ڏسو! اتان آئي آهي پٽ ونڻ لاءِ، هتي مس مس سائين ريڌو اٿس ته وري ٿي ڪسڪي!” بچيءَ جي پرسان سٽل هڪڙي ڪراڙيءَ ٻاني، تجرباتي نتيجي کان آگاهه ڪيو هئس.
مائي پير سائين جي هٿن ۾ چيليءَ وانگر گهلبي وئي هئي ۽ وڃي پير سائين واريءَ کٽ تي پئي هئي. پير سائينءَ سندس پرسان سمهندي مٿان سوڙ ورائي ڇڏي هئي. پورن ڏهن مهينن کان پوءِ کيس علي داد ڄائو هئو. جيڪو اڄ بيماريءَ ۾ روئي روئي اڌ مئو ٿيو آهي.
“پير سائين جو اڳيون پڳر به رهيل آهي. پاڙا به خبر اٿئي ته ڪيڏا آهن. حالت به معلوم اٿئي.” عارب اوٻاسي ڏيندي جواب ڏنس؛ “هاڻي ٻڌاءِ ته مان چا ڪيان؟ ڪهڙو ڦاهو ڪاوان؟!”

“پئسن کان نہ ڊڄ! انهيءَ لاءِ تہ پئسا سمجھہ توکي ڪرڻا ئي نہ پوندا!” مائي بچيءَ پئسن جو مسئلو حل ڪندي، هلڻ لاءِ آماده ڪرڻ خاطر چيس: “تون رڳو صبح سان پنهنجي نيت سچي رک. منڌائي دل مان ڪڍ! پيرن ڪان منهن موڙيندين تہ اهي بہ پنهنجي شيءِ موٽائي نہ ونني”.
جيئن تيئن ڪري رات گذري. صبح جو نيرن ڪري، ضرورت جو سامان ٻڌائون. سفر ۾ ڪم ايندڙ معمولي شين جي پڏڪ بچيءَ هٿ ۾ ڪنئي ۽ عارب ڪي چوڪرو ڪٽڻ لاءِ چيائين.
عارب چوڪري ڪي ڪلهي تي ڪٽڻ لاءِ جيئن ئي مٿي ڪنيو، تيئن ئي سندس اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون.
چوڪري جي وهڪ جي جاءِ ۾ هڪ ڏگهو ۽ سنهو سائو مرچ گتل هو. سائو مرچ ڪڍيائين تہ ٻار روئڻ ڪان ناپر ڪئي.
مرچ هٿ ۾ جهليندي چوڪري ڪي ڪٽ تي ويهاريائين. پادر ۾ هٿ وڌائين ئي مس تہ مائي بچيءَ ڪي سٽس پئجي وئي. پسيل پادر ڏسي، ونئي ڪڙين تي زور رڪيائين.
عارب پنيان، بچي اڳيان. مائي بچي پنهنجو گهر ڇڏي، گهٽيءَ ۾ هاءِ گهوڙا ڪندي، پيڪي گهر ڏانهن ونئي پڳي.
پائن جي گهر ۾، ڦُريا ڦُريا ڪندي گهڙي ۽ سهڪندي رڙيون ڪرڻ لڳي: “اڙي مئي ڪي جهليو! خواه مخواه چتو ٿيو آهي! ماري ٿو! چوڪرو بيمار ٿيو آ تہ الله بيمار ڪيو اٿس ڪو مون ڪيو اٿس ڇا جو مئو مون تي پادر لاهي اُلريو پڳو ٿو اڇي. سڄي گهٽيءَ ۾ اگهاڙي منهن ڊوڙائيندو آيو آهي.”
“اڙي، چورو هٿ سان بيمار ڪري...” عارب پنيان سهڪندو چوندو پئي آيو. گهر ۾ گهڙندي اڄا چوٽيءَ ۾ هٿ ئي مس وڌائينس جو بچيءَ جي پائرن ڪيس اڇي مڪن ۽ لتن سان ورايو.
بري تي بش ٿي وئي!
سالن جي هٿن ۾، پيٽيويو اِلهو ٻلهو ٿي ويو.

# ٥. چنبو چنبو

بيماريءَ جي بستري تي پئي آهي. هر پاڙيواري ڪانئس پڇڻ اچي رهي آهي ۽ جڏهن واپس وڃي ٿي ته ٻيءَ آيل کي پٺڪي سان سس پس ڪري ڪجهه ٻڌائي ٿي.

ڪا چوي ٿي: "امڙ! ڪا زناني بيماري سنجري اٿس!"

ڪا وري ٿي چئي: "ادي! بيماريءَ جي قسم جي خبر ئي ڪانه ٿي پوي. اها ته بيماري اڪثر وينل ڪنوارين ڇوڪرين کي ٿيندي آهي ۽ هن کي مڙس ڪئي اٺ ڏهه سال ٿي ويا آهن".

"ها! هن کي ته مڙس ڪئي اٺ ڏهه سال ٿي ويا آهن. پر مڙس به الائي مڙسيءَ کان وينل اٿس. جو هن ڏي نهاري ئي نٿو. وري علاج به ڪونه ٿو ڪرائيس. امڙ! ائين به مڙس ڪونه هوندا آهن." هڪڙي وِڏنهن ڪيندي ٻيءَ کي چيو.

"ادي گريب جو ياڳ به گريب. اهي وڏ وڏيرا، زورن تي ته ننيو وڏو سڳ چڪيندا آهن. پر وري ڏچو هنن ڇوڪرين لاءِ ٿيندو آهي. چاچي آنڌل مرهيات جي به آس هئي ته مان پنهنجن کي پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي ڳنڍي وڃان. پنهنجي پوٽي کي پنهنجي ڏهٽيءَ سان پرٽائي وڃان. جيستائين جيئرو هئو ته اها مراد ڏسڻ جي لاءِ ڦٿڪو هئس. خير پاڻ ته هيو فقير، ڏيءَ به ڏنئي ته ڏنائين گريبن ۾. ماڻهن به گهڻو ئي سمجهايس، 'انهن جو جوڙ جِس نهي ئي نٿو' اجايو اٺ جي ڳچيءَ ۾ ڳنڍ ٽي نه ٻڌ! ته هر ڪنهن کي پئي چيائين: "هوءَ به اسان جي نياٽي آهي. انهيءَ کي به شينهن ڪلهي چاڙهڻو آهي. ٻاهر ڪيڏڻ جو رواج اسان جي ستين پيڙهيءَ وارن به نه ڪيو، اسان ڪيئن ڪيون. گهر ۾ جيڪڏهن جاءِ هجي ته گهر جو گند گهر ۾ اجلجي". هاٺي قبر مان اٿي اچي صفا ڪري گند کي امڙ! فقيري به ائين ٿيندي آهي!؟ هوڏانهن سليمان جي ماءُ به ته پهرئين ڏينهن کان ئي انهيءَ مڱيءَ جي مخالف هئي. پر وڏن جي آڏو ڪجهه نه پئي هلي سگهيس. پاڻ به ڏاري هئي. هاٺي ته جل ٿي چري! ڏنڊو مچي گهر کي ٿي هلائي. هلائيءَ چلائيءَ وارو پٽ به اٿس سليمان. انهيءَ ٽٺوءَ کي به جيئن ٿي ويهاري ٿيئن ٿو ويهي، جيئن ٿي اٿاريس ٿيئن ٿو اٿي. اهو پاندڙو به ماءُ جي چوڻ تي، ويچاريءَ زال کي ٽڪ ئي نٿو هڻي". ٻيءَ اڳليءَ کي حالتن جي تواريخ کان متعارف ڪرايو.

اڄ جنت جي حال تمام نازڪ آهي. سندس مڙس سليمان ڊاڪٽر کي وٺي اچڻ کان نابري واري وينو آهي. جنت جو ننڍو ڀاءُ بهرام، ٽانگو ڪهرائي شهر مان ڊاڪٽر کي وٺڻ ويو آهي.

هونئن به هنن ٻنهي زال مڙس جو پاڻ ۾ سهراج ڪونهي. زال هئي اُٺ جيڏي ته مڙس هو ڳراٺ جيترو. ويهن سالن جي سهٽي سدا مور، ڏهه جوان ڇوڪري، ڪٽي زوريءَ پرٽاياڻون ڏهن يارنهن سالن جي ڇوڪري سان. جنت ويچاري، جهڙو اٿس نالو تهڙي هئي ڪلٽي ملٽي. حد کان وڌيڪ اشراف، ننڍي وڏي سان پيار سان ڳالهائڻ، هر ڪنهن جي دل پئي ڪيندي هئي ته جيڪر ساٿس به گهڙيون ڪچهري ڪري دل وندرائي. اڄ منهن ۾ چانهان پئجي ويا اٿس. تنهن هوندي به ڪنڊ رات ٻتاتي هين عمارت عظيم ٿي، جو مصداق بني بيني آهي.

مان ته هونئن جيڪر اولاد سونهانس، پر مون کي ننڍن پائڻ وانگر اهڙو گهرندي آهي جو پائيندو آهيان ته جڻ ٻئي پاڻ ۾ سهيليون آهيون. جيڪي ڳالهيون منهنجي سمجهه ۾ اچن سي مون کان راز ۾ نه رکي. منهنجي 'سمجهه' به سندس ئي قرب جي ڪري وڌي آهي. جيڪڏهن ڏينهن ۾ به لفظ ڪچهريءَ جا نه ڪيانس ته اهو ڏينهن ڏئونس ۾ گذرندو آهي.

هڪ ڏينهن ڪچهريءَ ۾ ويني ويني ٿڌو ساهه پريائين: "آهه!"

مذاق ۾ پڇيو مانس: "ڇو پائو توکي وري ڪاٿان لڳي؟!"

ثورو اداس ٿي وئي ۽ ترسي جواب ڏنائين: "پائيڙا، اها ڳالهه ئي نه پڇ!"

الائي ڇو مون کان به بيخياليءَ ۾ نڪري ويو هئو: "ڇو ادي، مونکي به ڪونه ٻڌائيندينءَ".

"بس! پائيڙا تون اجا ٻار آهين. توکي انهيءَ جهان جي ڪهڙي خبر، جنهن ۾ مان آهيان". هڪڙي هٿ سان منهنجي مٿي جي وارن ۾ آڱريون ڦيريندي ۽ ٻئي هٿ سان آليون اکيون اگهندي چيو هئائين.

"معنىٰ اسان کان به ڳالهيون لڪائين ٿي نه، باقي مان به ته انهيءَ جهان ۾ آهيان، جنهن ۾ تون آهين".

"نه پائيڙا ائين ڪونهي. تون ڇوڪرو آهين، توکي عورتن جي ڪهڙي خبر پوندي. جڏهن وڏو ٿيندين تڏهن پاڻهي

خبر پوندئي. جڏهن تون به رحمت جي پيءُ وانگر مڙس ٿيندين“.
مون پوءِ سمجهيو هئو ته سندس اشارو سندس مڙس ڏانهن هو. پر آخر سندن جهيڙو ڇا تي آهي، اهو مون کي ڪنهن ٻڌايو هئائين.
ها هينئر ڪٿ تي پئي آهي. گهر سڄو ڊانوا ڊول لڳو پيو آهي. چاق هوندي هئي ته سڄو گهر سيبائتي نموني سان سينگاريل نظر پيو ايندو هئو. هاڻي جڏهن وجي ڪٿ ورتي اٿائين ته اهو ڪم سندس ٺٽان جي ڪلهن تي اچي پيو آ. سا ته رڳو ڪائڻ جي آ خچري، ڪم ڪان آڱونو. سڄو گهر اونڌو ڪيو بيٺي آهي. ’ڪنهن جي ڪري گهر جنت، ڪنهن جي ڪري جهنم‘. هتي به اها ئي ڪار آهي.
هڪڙي پاڙيواري جنت ڪان پڇي هاڻي واپس موٽڻ لڳي آهي ته اڱڻ ۾ ٻي عورت گڏجيس ٿي. بيٺي پير هڪ ٻئي سان حالي احوالي ٿين ٿيون: ”ادي! اهڙي نه سمي ڪئي نه سومري ڪئي. ماڻهو ائين به هوندو آهي ڇا؟ ڇاڪون لاڪون چوڪرِ پرڻي آهي، تاڪون لاڪون مڙس جي ويجهو ئي وڃڻ نه ڏينس. هڪ ته چورو هئو گڏِ جيترو، هيءَ اٺ جيڏي. هن کي به شينهن ڪلهي لاٿو به ٿيو! پر هاڻي ته هنن جي نياڻي آ. سندن ئي عزت آهي. ڪين حياءُ ٿيڻ کپي ته ڇا ٿا ڪيون!؟“ ٻاهر ويندڙ سس پس ۾ سمجهايس.
تنهن تي آيل، وات تي آڱريون آڻي پڇيس: ”پوءِ ادي، هيءُ جي به نياڻيون ڄايون اٿس. هڪ پنجن سالن جي ٻي ٽن جي. اهو وري تون ڪهڙو ٿي ڪارنهن جو نڪر پڇين؟!“
”ادي ڪهڙي ٿي خبر پڇين! بس بيبي پلي، ڊکي پلي. پاڙي جي ڪهڙي ناموس وڃائجي!“
”اهو پلا پوءِ ڪيئن؟ ڪٿي!؟ ڳالهه ته اچي ڪيون وڃ نه!“
”بس ادي مجبوري ماڃهوءَ کان الائي ڇا ڇا ٿي ڪرائي. مڙس سان سمهي ته سسٽس اٿاري ڇڏيس. لڪ چپ ۾ به سمهڻ ڪونه ڏئيس. هٿئين پٽ کي پري ڇڏي. تو ڪان وڏي آهي. ويندينس ته جواني ڳاري ڇڏيندءِ!“ ڪن وٺ وات آڻي سرٻاٽ ۾ چوندي ٻڌايائينس: ”پيڻ تون وڏي آهين! مان ڪوڙ هٽان ته مونکي ست پادر لاهي ڪٽي هڻ. ماڻهو جو ايترو مجبور ٿيندو ته ڇا ڪندو؟ جي اهڙو چوري جي جوانيءَ وڃڻ جو پئو هئڻ ته ڪٽي جباب ڏيارينس ها. باقي گگدامِ سان ڪُلم نه ڪن ها“.
”نيٺ اهي ٻار ڪٿان آيا؟“ اڳليءَ، پنهنجي مطلب جو جواب نه ملندي، ڳالهه اڌ ۾ ڪٽي پڇيس.
”ها! سو ڳالهه پئي ڪئي مانءِ! مڙس کي ائين سيڪاري ۽ مڃائي ڦٽي ڪن. اهو پسنڙو به اهڙو اچي ٻر ٿيو جي هي تارا (هٿ جي اشارن سان سمجهائيندي چيائينس) ڪٽي ڪيائين. ڪيس ويجهو اچڻ نه ڏنائين. نيٺ جواني ڦاٽي. هن به وڃي ڪارو منهن ڪيو. مجبور هئي“. ٻنهي ماين جي ايتريءَ گفتگوءَ جو مطلب مونکي سمجهه ۾ ئي نه آيو.
”ڪٿي ڪارو منهن ڪيائين؟“ ٻاهران آيل سرٻاٽ ڪري پڇيس.
”ادي! ڪهڙي ٿي ڳالهه پڇين! اها به ڪا پڇڻ جهڙي ڳالهه آ. مڙئي وڃي ڪٿي نه ڪٿي ڦاهو ڦڪيائين. ايڏانهن، انهيءَ تو واري پاڙي ۾“.
اها ڳالهه هن مائي سمجهي، جنهنڪري ڪنڌ سان معنيٰ خيز ڏوڻ ڏيندي چيائينس: ”بس ادي توبهه لڳي پئي آ!“
ماين جون ڳالهيون ته مون کي سمجهه ۾ ئي ڪونه اچن. الائي ڇو اڄ ياد ٿينديون ٿيون وڃن. ايترو سو خبر اٿم اڄ ته ٿيون ڏينهن اٿس، بيمار پئي آ ۽ دوا ڪونه ٿا وٺي ڏينس. پر ڪاور منهن ڪرڻ واري ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي.
مان به اجايو ماين جي ڳالهين ۾ لڳي ويو آهيان. مون کي به ڪانئس پڇڻ گهرجي. ويچاريءَ جو حال تمام خراب آهي. مون کي به به لفظ ساڻس ڳالهائڻ گهرجن. سيني عورتن مان اها ئي ته وٽندي آ. رڳو ساڻس ڳالهائڻ لاءِ ته دل چوندي آهي.
جنت واريءَ ڪٿ جي پر ۾ پيل ڪٿ تي، ٽنگون لڙڪائي ڏونئيون گوڏن تي رکي، پنهنجو منهن هٿن ۾ جهلي، ڏانهنس منهن ڪيو وينو آهيان. وات ٽڪاڻيءَ جو خيال ايندي، دل ٻڌي ڪانئس پڇان ٿو: ”ادي! جنت! الله ڪندو تون ڇاق ٿيندينءَ!“ جملو پورو ئي نه ڪيم ته بهرام ٻاهرئين در کان ڊاڪٽر کي اندر وٺي اچڻ لاءِ، پردو ڪرائڻ لاءِ چيو.
پردي جو ٻڌي، ٻيون سيئي زائفون اندر هلي ويون، باقي هڪ ڪراڙي، سليمان جي ڏاڏي، جنت جي پرسان ئي ويني رهي. ڊاڪٽر صاحب جي ايندي ئي سليمان جي ڏاڏيءَ پڪيو. ”ڏاڪدار صاحب، چوڪر کي ٽيون ڏينهن آ،

ائين ئي پئي آهي! نہ آن نہ پاڻي. پيشاب پڙي لاءِ بہ ببيو ڪو اٿاريس.“
”ڏاڏي دعا ڪر خدا سٺائي ڪندو“. ڊاڪٽر صاحب ڪراڙيءَ کي موٽ ڏيندي، بيماري تپاسڻ وارا اوزار ڪڍڻ لڳو.
جنت کي تپاسيندي، ڊاڪٽر صاحب جي زبان ئي ٻاهر نڪري وئي.
ڊاڪٽرن جو اهو واٽڪو اصول هوندو آهي تہ ڪنهن بيماريءَ کي سيريس بنائڻ لاءِ بيمار جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي، نونٽ جيڏي زبان ٻاهر ڪڍندا آهن ۽ مغروريءَ مان يا زبان ٻاهر هڻڻ ڪري، لفظ بہ نہ ڳالهائيندا آهن.
جنت جي ڪٽ تان نِوڙيل حالت مان سڌو ٿيندي، اسٽيٿو اسڪوپ، ڪنن مان ڪڍي ڳچيءَ ۾ ڦاسائيندي ڊاڪٽر صاحب پهرين مون کي چيو: ”ابا! تون هل ٻاهر“.
جنهن تي، مان ڪٽ ڇڏي، ورانڊي جي ٿلهہ سان ٽيڪ ڏئي وڃي بيٺس.
”شادي ٿيل اٿس!“ ڊاڪٽر صاحب بهرام کان پڇيو.
”ها سائين“. بهرام جواب ڏنس.
”ابا چو؟ بہ نياڻيون اٿس!“ ڪراڙيءَ جملو پورو ڪرايس.
”مڙس ڪاٿي اٿس؟“
”اتي آ، سائين!“ ڪراڙيءَ جواب ڏنو.
ضائفن جي اندر وڃڻ ڪري، سليمان اندرين ڪوٺيءَ مان نڪري ٻاهر پئي ويو تہ بهرام چيس: ”ادا! سليمان! ڊاڪٽر صاحب سان تہ ڳالهايو!“
سليمان کي ڏسندي ئي ڊاڪٽر صاحب کي جڻ ويساهہ ئي نہ آيو تہ اهو ڪو هن جو مڙس ٿي سگهي ٿو. ”ادا! مان هن امڙ جي مڙس لاءِ ٿو پڇان“.
”مڙس تہ مان آهيانس. پر جيڪو ڳالهائڻو اٿو، انهيءَ سان ڳالهايو، اهو بہ ياءُ اٿس“. سليمان اڳڻ مان ئي ٻاهرئين دروازي ڏانهن وڃن لاءِ ڪنڌ لاڙيندي جواب ڏنو.
”ادا! مون کي توهان سان ڳالهائڻو آهي. جيڪڏهن دل ۾ برو نہ ڀانيو تہ رڳو بہ اکر چوان!“ ڊاڪٽر صاحب التجا ڪندي چيس.
سليمان اندر ورانڊي ۾ ايندي چيس ”ها چئو!“
ڊاڪٽر گنڀيرتا مان چيس: ”ايڏو ظلم نيڪ نہ آهي. هر مسئلي جو حل آهي. هر بيماريءَ جي دوا آهي. ٻڪ لاءِ ڪاڏو آهي. اگهڙ کي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو آهي. اهڙيءَ طرح مرد لاءِ عورت آهي، عورت لاءِ مرد آهي. ان جا بہ ڪي حق آهن. ان جون بہ ڪي اميدون ۽ آسرا آهن. جيڪڏهن انهن کي اتي دٻائبو تہ هڪ تہ ظلم آهي ٻيو تہ نتيجو اهو نڪرندو، جيڪو هن وقت توهانجي سامهون آهي“. ڊاڪٽر صاحب سليمان تي وڏي نصيحت جهاڙيندي چيو.
”ڊاڪٽر صاحب! توهان انهن مسئلن ۾ نہ پئو. مان تہ چوان ٿو تہ توهان علاج بہ نہ ڪريوس. ڀلي ائين پئي هجي تہ خبر پئيس. جنهن کي اسان جي عزت جي ڪانهي، تنهنجو علاج ٿئي تہ پوءِ انهيءَ کي اُنهيءَ ڪرڻ ۾ اجا هٿي ملندي، جيڪو اسان کي جلائڻ لاءِ اڳ ۾ ڪيو اٿائين“. سليمان پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ صفائي پيش ڪئي.
”توهان جي انهن لفظ سان تہ توهان ڏانهن مهڙ ٿي ٿئي. جيڪڏهن گهر جي مرغي پرائي دال کان ڀلي سمجهي ٻين جي ٻوڙ ڏانهن تڪبو تہ پوءِ پنهنجو ٻوڙ ٻيا لٻيندا“. ڊاڪٽر ڪلهي تي هٿ رکندي وڏيڪ چيس: ”ماڻهو پنهنجو قدم مستحڪم رکي. هرويرو ٺهڻ مان فائدو ڪهڙو. جيڪڏهن توهان کي ڪنهن سان نفرت آهي تہ ڪر ازم ڪر ان کي ايترو آزاد ڪيو جو هو پنهنجي زندگي تہ چين سان گهاري سگهي. ٻئي کي تڪليف ڏيڻ ۾ توهان کي ڪهڙي تسڪين ٿي ملي. جيڪڏهن هن کي ڏوهہ ڏجي تہ ڪهڙي حساب سان؟ انهيءَ ۾ سندس ڪهڙو قصور؟“
ڊاڪٽر صاحب، پنيءَ تي هٿ رکي، آهستگيءَ سان سمجهائيندي چيس: ”توهانجي بہ جواني آهي. انهيءَ کي توهان ائين تہ بند ڪري نہ رکيو هوندو؟ پوءِ ٻئي کي اها سزا ڪيئن ٿا ڏيو، جيڪا توهان جي برداشت کان ٻاهر آهي!“
”ڊاڪٽر صاحب، توهانکي اندر جي ڪا خبر ناهي. ڇا وهيو واپريو. اها اسان کي خبر آهي. باقي جيڪو جيتري سزا جي لائق هجي ان کي ايتري ڏجي. مون کي هن جي پرواهہ ناهي. زال ٻي ٿي پوندي. جيڪا منهنجي عزت وئي آهي تہ اها مونکي خبر آهي.“ اجا بہ جوش ۾ ايندي چيائين: ”اهي بہ ڇوڪريون بہ منهنجون ناهن. باقي رهيو سوال پاڻ پلڻ جو! سو نوس ڪير بہ پلي نہ ٿو سگهي. مان مرد آهيان ڪو لوڙهو لتاڙيم تہ ڪا اربع خطا ڪا نہ ٿي پئي. چو

جو وري بہ مرد آهيان. ان ۾ ڪا ڳالھ بہ ناهي.” جنت ڏانهن هٿ جو اشارو ڪندي چيائين: “جيڪڏهن ڪنهن عورت اهڙو مردانو قدم کنيو تہ پوءِ حالت اها ئي هوندس!”

سندس پوين اکرن تي جنت جوش ڪائيندي اٿي. ڪيس زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو جوش ڪائيندي ڏٺو هئم. “تون مڙس آن؟ تون مڙس آن. اڙي ٻڏي وڃي مر انهيءَ مڙسيءَ ڪان! توکي دنيا پلي مڙس چئي. پر تون مڙس ناهين. تو کان ڪدڙا چڱا آهن. باقي مان زال آهيان تنهنڪري منهنجو ڪو حق ڪونهي، تون مڙس آهين تنهنڪري پل ملڪ پيليندو وت، توکي ڪير نہ چئي؟ بيمار پئي آهيان تہ علاج لاءِ ڊاڪٽر ڏي نٿو وڃين. وري هينئر آيو آهين روب هلائڻ ۽ دٻائڻ تہ مان مڙس آهيان”.

جيئن ئي ڪنڌ سان سٽ ڏئي جملو پورو ڪيائين، تيئن ئي رڪ جهڙي هٿ جي ٿڦڙ سندس نازڪ ڳل ڪي ٿڦجندي کنيو وئي. “بس ڪر دلي! وري ڪلو تي ڪرين!”

ڪٺ تي ڪرڻ سان ئي ڏندڻين پئجي وئي.

سليمان جا تارا ڳاڙها ۽ ڦوٽاريل هئا. بهرام وڏي رڙ ڪندي وڃي ڳچيءَ ۾ هٿ وڌس. اندران جن ضائفن وينئي اهو لقاءُ ڏٺو سي بہ رڙيون ڪري ونئي اڳڻ ڏانهن ڀڳيون. بهرام کي چنبو چنبو ٿي ويو. ڊاڪٽر صاحب گوني ڪنڌ تي گهمي ويو.

# ٦. ڪاهي

اجا مسجد جا ٿي قبا مس تيار ٿيا آهن. ڪاريگر هينئر چوٿين قبي جي اوساريءَ ۾ لڳو پيو آهي. هر قبي جي اوساريءَ تي ٻه ڏينهن وٺندو آهي. اڄ هڪ ڏينهن ۾ قبو تيار ڪرڻ جو عهد ڪيو اٿائين. سمورا مزدور پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ لڳا پيا آهن. تنهن اُس آهي. ڪانوَ جي اک ٻه ڪائي وانگر ٿي ٻڪي. هرڪو پگهر ۾ شل لڳو پيو آهي.

استاد غفور به پگهر ۾ شل لڳو پيو آهي. ڪم جي جنون ۾، پگهر جي پرواهه ئي نه اٿس. هونئن ته ڪيس ڪم جو ايترو جنون نه ٿيندو آهي. پر جڏهن سندس زندگيءَ ۾ خوشي آڻيندڙ واقعو پيش ايندو آهي، تڏهن سندس دل ڪم ڪرڻ لاءِ ايترو ڊوڙندي آهي، جو جنون ۾ ڪانئس ماني به وسري ويندي آهي. اڄ به ڏاڍو خوش آهي، چو جو هن رات عمر ۽ رانوال ڪان جوا ۾ پنج هزار روپيه ڪن ڪٽيا هئا. هيءُ سندس دوست موالي آهن. ٽوري گهٽي جوا جي به پِڙ پيل اٿن. رانول وارا ته آڙيڪاپ رانديڪر آهن پر رات الائي چو استاد غفور جو ستارو چڙهي ويو هئن ۽هن هنن ڪان پنج هزار رپيا ڪٽيا هئا. تنهن ڪري هيءُ زبردست خوش آهي.

اڄ هن جي دل ۾ وڏي ڪلبلي متل آهي. هن جي دل ۾ تانگهه وڏي وئي آهي. هن جي دل جو راز آهي ته اجا به هي ڏهه هزار ڪن روپيا ڪٽي ۽ پنهنجي لاءِ عاليشان گهر نهرائي. پنهنجي لٽايل موڙي هٿ ڪري، جيڪا هن پنج سال جواب ۾ وڃائي هئي.

اڄ ڪان پنج سال اڳ قادو ۽ ميهر سندس گهر آيا هئا. هو سو 'وزم پاٽي' ڪرڻ خاطر سندس وٽ ايندا هئا. اتي چرس جي سلفي ناهي 'دم' به هٽندا هئا ۽ ٽوري گهٽي جوا به ڪندا هئا. ان ڏينهن قادوءَ وارا غفور ڪان سمورا پئسا ڪٽي ويا هئا. هن قادوءَ وارن ڪان 'دش ڪش' به پڙ ورتي هئي، سا به هارائي هئائين. هن پنهنجي واچ به ٻن سؤ روپين ۾ رکي هئي. آخر ۾ انهيءَ جا پئسا به هارايا هئائين. پوءِ پنهنجي سوني منڊي رکي هئائين سابه هارائي هئائين.

هن پنهنجي زال جا ڳهه ڳنا به چئن هزار روپين ۾ رکيا هئا ۽ آخر اهي پئس ابه هارايا هئائين. ان ڏينهن شايد سندس قسمت جو ستارو گردش ۾ اچي ويو هئو. هيءُ ڪاوڙ ۾ چتو ٿي پيو هئو. جڏهن پنهنجي زال رحمت جا سونا زيور جوا تي رکيائين پئي تڏهن سندس زال پوتي لاهي پيرن تي رکندي آزيون نيزاريون ڪيون هئس ته سندس ڳهه جوا ۾ نه رکي. ان ڏينهن هن شايد وزم ذرو سرس هنيو هئو، سو بيهوشيءَ ۾ اکيون ڳاڙهيون ڪري پينگ وارو ڏنڊو ڪٽي زال تي اُلر ڪئي هئائين. هوءَ ويچاري خوف ڪان لسن ڦڪي ويهي رهي هئي.

هن ڪي به ڏيئر هيون، جن ڪي پرڻائڻ لاءِ هن سونا زيور نهرايا هئا. زال جي زيورن هارائڻ ڪان پوءِ انهن ڏانهن وڌيو هئو. ڏيئرن اچي پير پڪڙيا هئس، "بابا، ڪيڏي نه محنت ڪري، اهي ڳهه ڳنا اسان تيار ڪيا آهن. تون هڪ ئي گهڙيءَ ۾ اهي چڪي تي ٿو هٽين. بابا ائين نه ڪر. بابلا ڪجهه اسان جي ساک ۽ پرم رک، ائين نه ڪر، خدا جي واسطي ائين نه ڪر، پنهنجي پياري رب جو واسطو اٿئي ائين نه ڪر. تون ائين ڪندين ته اسان بي موت موري وينديوسين". هن غصي مان پنهنجي وڏيءَ ڌيءُ نوران ڪي لت هٽي ڪيدي هئي ۽ للڪار ڪئي هئائين، "بس ڪر ڪميڻي! منهنجي هيتري دولت ڳري وئي آ مان اها نه موٽايان، باقي توهان جي زيورن ڪي هٿ نه لايان. جڻ توهان جي ڪمائي مان ورتل آهن". نياڻيون ويچاريون ليلائينديون رهيون هيون، پر هن ڪنهن جي نه ٻڌي هئي. لوهي سيخ ڪٽي، پيتيءَ جو قلف پڳو هئائين. جيڪي به سندس ڌين جا ڳهه ڳنا هئا سيئي ڪني اچي چڪي تي رکيا هئائين. پر سندس قسمت اتي به پلٽو نه ڪاڌو ۽ هڙ خالي ڪري اٿيو هئو.

اِتي قادو ۽ ميهر اٿڻ لڳا هئا. هن ڊوڙي وڃي پيرن ۾ هٿ وڌا هئن،"خدا جي نالي ائين نه ڪيو. ترسو.... ترسو. مان ائين نه وڃڻ ڏيندو مانوَ. توهان منهنجي ڌيئن جا ڳهه ائين نه ڪٽي ويندؤ. مان گهر ۽ گهر جا ٽپڙ به قسمت آزمائڻ لاءِ داءَ تي هٽندس. يا اُدر يا پدر، پوءِ ديکا جائيگا. اهي اجا به نه پئي وينس ته انهن ڪي گاريون ڏئي زوريءَ ويهاريو هئائين.

هوڏانهن رحمت ۽ سندس ٻه ڌيئر، قادوءَ، ميهر ۽ غفور ڪي پٽون پاراتا ٻه ڏئي رهيون هيون ته زارو زار ريهون به ڪري رهيون هيون. انهن ڪيهن تي اوڙو پاڙو اچي مڙيو هئو. پاڙ يجو چڱو مڙس شعبان به نڪري آيو هئو. غفور ماڻهن ڪي ڏسي ويتر چتو ٿي ويو هئو ۽ گوڙ ڏئي، گار سان چيو هئائين،"آهي ڪهڙو مائيءَ جو لال جو مون ڪي

اڄ روڪي. اڃي منهنجي سامهون ته اڄ ٻچا ته روليانس”. تنهن تي شعبان ليلائيندي منٿ ڪئي هئس: “ادا، غفور! ائين نه ڪر. اهو سنو نه اٿئي. تون ٻچڙيوال آهين. توکي هروڀرو ائين نه ڪرڻ گهرجي. هي نياڻيون به پٽينديءَ (ٻانهون ٻڌندي چوڻ لڳس) بس هيڏي ڏس! چئين ته پٽڪو به لاهي پيرن تي رکانءِ”.
انهيءَ تي غفور ڳاڙهيون اکيون ڦوٽاريندي گوڙ ڪاڏي هئي: “تون ڪير ٿيندو آهين، منهنجي گهر جي حفاظت ڪرڻ وارو. هيءَ گهر تو ٺاهيو هئو؟ مون ٺاهيو هئو. هنن رنن کي زيور تو ونئي ڏنا هئا؟ مون ونئي ڏنا هئا. اهي زيور انهن جي ڪمائيءَ جا ودل (ورتل) هن ڇا؟ جو انهن کي ائين ڏئي ڇڏيان. جي زيورن جو ڪپ اٿن ته وڃي ڪي مڙس تاڙين. پاڻهي اهي زيور وٺين ڏيندن”. ۽ وري قادوءَ وارن تي وريو هئو “توهان ڪير ٿيندا آهيو جو منهنجا ٿپڙ، منهنجي گهر مان ائين ڪٽي ويندئو. مان توهان کي ائين نه وجڻ ڏيندم يا هي به وجائيندم يا اهي سڀ ورائيندم”.
هن جي انهيءَ ارهه زورائيءَ ۽ چٽ ڪتائيءَ تي شعبان ويچارو عزت بچائڻ خاطر ٻين ماڻهن کي واپس موٽڻ لاءِ چيو هئو، “ادا، جنهن کي پنهنجي نياڻين جو به خيال ناهي ان سان کهڙو مٿو هڻجي. ڪميٽي ماڻهوءَ سان ڪير ڪميٽو ٿئي. گونهه سان گونهه ڏوپندو آهي ڇا؟”. شعبان جي انهن لفظن تي هرڪو ڪک پن تي ويو هئو .
قادو ۽ ميهر ويچارا هن جي گير تي بيهي رهيا هئا. هيءَ اندر ويو هئو. جيڪو به سامان، ڪٽن ۽ هنڌن سميت گهر ۾ هئس، سو ڪٽي اڃي جوا ۾ رکيو هئائين. ڏکيو به پئي ته سامان به ڪيپائين پئي. پر قسمت ۾ سندس لاءِ ڪو ٻيو لکيل هئو. هن اها بازي به هارائي هئي. پوءِ خار مان جاءِ جو اڌ گيدو ملهه ڪتي، اها به داءَ تي رکي هئائين. بدقسمتيءَ سان اها به هارائي هئائين. ان ڪانپوءِ ته صفا چتو ٿي پيو هئو، رڦندي پادر ڪٽي اڃي ڏين تي وسڪارو ڪيو هئائين.
“توهان مون کي پٽيو ٿيون. هيءَ نياڳ تنهنڪري آهي، اڄ مان توهان کي نه ڇڏيندم” پادر هٽندي ڇڏائجي ويس ته ننڍي ڌيءُ خيروءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻئي هٿ مضبوط وجهي گهوگهو ڏنائين پئي ته وڏي ڌيءُ نوران اڃي وچهه پئي هئس. ان جي ڇڏائڻ تي ٿيڙ ڪائي وڃي ڍير لڳل سامان تي ٿاٻڙي ڪريو هئو. پڳل ڪٽ جو سيرون هٿ اڃي ويو هئس. سٽ ڏئي سيرون چڪي ورتو هئائين ۽ نوران تي الر ڪئي هئائين، “هيڏي ويهه ڪميٽي، ڪتي! مان توکي ڏسڻ نٿو گهران”. قادوءَ ڏي اکيون ڦوٽاريندي چيو هئائين،”اڙي ٻڌاءِ، هن رنديءَ جا گهٽا ڏيندين؟”.
غصي مان ڏکيو به پئي ته رڦيو به پئي. نيٺ نوران ۽ خيروءَ کي به چڪي ۾ هني ڇڏيو هئائين. ميهر ۽ قادوءَ جي قسمت اهڙي هئي جو اهي ٻئي ڏيئر به ڪانئس ڪٽي ويا هئا.
انهيءَ ڪانپوءِ غفور وٽ ڪجهه به نه رهيو هئو. ڇڙو سر ۽ زال. قادوءَ وارن به گهر مان ڊوڙائي ڪڍيو هئس. ڇو جو هو سندس ڏين سميت گهر جا مالڪ هئا. هن به پاڙيوارن کي گاريون ڏنيون هيون، انهن کي به سندس حالت تي رحم نه آيو هئو، الٽو انهن به ٻنهي زال مڙس کي ڳوٺ مان لوڏي ڪڍيو هئو .
گهر نه گهاٽ، پن تي گذر ڪري وڃي پٽين جي مقام ۾ڪکائون گهر اڏيو هئائين. جتي زال سوڏو اجا تائين رهي پيو.
رازڪو ڏنڌو ڪيس ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ مليل هئو، تنهن ڪري پٽين جي ڳوٺ ورن ڪڏهن ڪڏهن رحم کائي ڪيس اڌ ملهو ڪم پئي ڏنو، نه ته پن سن ج اٽڪر ونئي پيٽ جي بک ماريندا هئا. گذريل ٻن سالن ان سندس حالت ڪجهه ڏسڻ جهڙي ٿي آهي. پر رهي اجا تائين مقام واري جهوپڙيءَ ۾ ٿو.
اڄ به هن جي دل ۾ اها آنڌ مانڌ آهي ته ’جيڪر هنن پنجن هزارن کان علاوه ٻيا به پئس اهجن ته مان وري جڳهه نهرايان ۽ زندگيءَ جا باقي ڏينهن سک سان مانائتا گذاريان. جتان هارايو اٿم، ڇڙهندم به اتان‘.
منجهند ٽاڪ جو وقت آهي ۽ سڀ مزدور ڪم تان لهي، تغاريون رکي، اڃي وڻ هينان ساهي پٽڻ لڳا آهن. ڪي ته نلڪي تان هٿ منهن ڌوئي ماني کائڻ لاءِ هڙون کولي رهيا آهن. ڪي وڻ هينان آساس ڪرن لڳا آهن. ڪي پنهنجي گاري هٽي جسم جي صفائي ڪري رهيا آهن ته جيئن نماز پڙهن.
پر غفور کي ونڌ ڪنڌ آهي. ڪيڏيءَ مهل هيڏي اڃي ته ڪيڏيءَ مهل هوڏي هليو ٿو وڃي. هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪونهيس. جڏهن اڳڻ کي ستون ڦيرو ڏئي پوئتي مڙيو ته سندس نظر سامهون رانون ۽ عمر تي وڃي پئي آهي، جيڪي پڻ هيڏانهن اڃي رهيا آهن. هن جي دل هنن کي ڏسندي ئي باغ باغ ٿي وئي آهي. هن دل اڇلون ڏئي رهي آهي. جنهن شڪار کي هن آسمان ۾ پئي ڳوليون سو پاڻ هن کي زمين تي ڳوليندو آيو آهي. هيءَ هنن کان ڪم از ڪم ڏهه هزار ٻيا به ڪٽڻ جي لالچ ۾ آهي. ڇو جو هن کي عاليشان جڳهه نهرائڻي آهي. هندورا ۽ ڪٽون، هنڌن، پيٽين سميت

هر شيءِ نئين ونڻي اٿس. ان ڪري خوشيءَ ۾ اڳتي وڌي انهن سان وڏا وڏا ياڪر پائي ملي ٿو .
رانول ياڪر ڇڏائيندي هن کي ڏوڪڙن جي هڙ- دل هرڪائڻ لاءِ ڏيکاريندي چيو،"واه! يار واه! شبس هجي توکي، مزرا هجن توي؛ هتي اسان صبح کان وينا سڪون" "ءِ تون هت يپيو ڦرين. اسان سمجهو ته تون اچ ڪم تي نه ويندين، پر جي وئين به ته سويل (سوير) ايندين. نيٺ ويهي ويهي بيزار ٿياسين ته چيوسين ته هلي هٽ ڪيونس. باقي مڙس اچ ڪٽ ۾ آهي سو پاڻ ڪاٽي ٿو اچي". عمر، رانول جي ڳالهه کي پورو ڪندي چيو.
غفور به انڌي وانگر خدا کان هڪ اک پئي گهري پر هن کي ٻئي ملي ويون. سو تڪڙو هنن سان هلڻ لڳو. "چا کيان يار! ڪم تان ئي هينئر لٿو آهيان. مان پاڻ اهو سوچي رهيو هئس ته ايڏانهن اچان ته توهان اچي ويو. بس هلو، اچو".
هيءَ دل ۾ سوچيندو پيو هلي 'منهنجو انهيءَ مقام جي ڪري ئي، انهيءَ جهوپڙيءَ ۾ ياڳ ٿو وري، اها ٺڪري ماٺهن جي گوڙ کان به ڪنداٺتي آهي. ات يهلي ٿو هنن کي ٻڙي ڏيان'. ان سان گڏ خيالي محلات اڏائيندو، خوش خوش وڏيون وڏيون ٻرانگهون هٽندو ٿو هلي. هن کان خوشيءَ ۽ تڪڙ ۾ اهو به وسري ويو آهي ته 'هن اڌ ڏهاڙي ڪم ڪيو آهي ۽ باقي اڌ ڏهاڙي اجا ڪم ڪرٺو اٿس'.
ٿئي جٺا، اها ئي گهڙي اچي غفور جي جهوپڙيءَ وٽ پهتا. غفور اندر گهڙندي زال کان پئسا گهريا. جوءِ نابري واري بينس "مئا توکي ته ڪم تي موڪليو هئم نه، وري اهي ڳجهون گهلي آيئي چا؟ انهن مئن کي اجهو هينئر گاريون ڏئي ڊوڙائي ڪڍيو اٿم. اجا هيئن نه ٿي آهيان ته توکي به گهلي وري ٻوٽ ڪڍيو اٿن. جڏ ته مان هينئر انهن کي چڱيءَ طرح ٿي ڏسان. هنيئر چار ڏوڪڙ ڏنا اٿن ته چور ٻلي وانگر اکيون وجهي وينا آهن. پئس اچا جا؟. هنن کي بانا کپن بانا". هن جي ايڏي بانيولجڻ تي، غفور کي اچي غصي ورتو ڪٽندي تسري نڪاءُ ڪرايائينس نرڙ ۾. "بانا کپن توکي، ڪميٽي منهن سنيالي ڳالهاءِ، اها نصيحت وجي ڪر بابهن کي. مون کي پنهنجا پئسا هلاءِ، مون ڪٺيا آهن، ڪو تنهنجي ڪمائيءَ جا ته ڪونهن جو هينئر دبي ويني آهين".
" ......................... "
"پڌين ڪونه ٿي؟ پئسا ڏي جلدي ڪر پئسا ڏي نه ته ناسون نه ڦيهي وجهانءِ. توهان ڪميٽين زرنن کي انهيءَ لاءِ گهر ۾ ويهاريو اٿئون ته جيئن اسان جي ڏوڪڙن تي نانگ ٿي ويهو؟"
رحمت نرڙ تي پوتيءَ سميت هٿ رکي، پئسن واري ڳنڍ کٽي آئي "اچي وني ظولمي. جو تائي تپائي ڪنيو اٿئي، چئن ڏوڪڙن کاڻ؟. الله ڪندو ته لهنديءِ لاڏ. جيڪو نه تون مون سان ظلم ڪيو آ، اهوبه باري بيپرواه ٿو جاٽي". اوچنگار ڏئي روئي ويني .
غفور، رانول ۽ عمر کي اندر اچڻ لاءِ چيو پر هڪ نابري واري ويهي رهيا، ۽ عذر ڏنائونس ته 'تنهنجي زال اسان سان وڙهندي، بيو ته اندر گرمي آهي. هتي ڪٻڙ جي چانو به آهي اتي ٿا 'روزگار' ڪيون'.
هن دل ۾ چيو "هل اها به مقام جي حد آهي، ۽ مقام جي حد ئي ته منهنجي فائدي ۾ آهي". هيءَ هنن سان ڪٻڙ جي چانو ۾ ڪيڏڻ لڳو. پهريان به ٿي داءَ هن ڪٺيا. به ٿي سو روپيا هٽي وين. واڌو ڪٺيل پئس اڏسي ڪڳيون هٽن لڳو. پر جڏهن چڪو رانول جي هٽ ۾ ويو ته هن جي هٽ ۾ نه آيو. رانول رڳو چڪا ئي چڪا هنيا. اکيوٽ ۾ هارايل ٿي سو ته موٺايائين پر راٺوڪا پنج هزار به موٺايائين .
ايتري ۾ رحمت به اچي سندس مٿان بيني، تنهن چيس، "ڪٺيئي حج، جيئن جهليو ماڻءِ تيئن نه مڙيئين. لٺئي ٺوٺر، هاٽي ڳاءِ ليڳا. اهو به سور هجئي ها جي اهي پئسا گهر ۾ هجن ها! چڱو ٺيو جو هارايئي نه ته پيٺ مان سور نه لهئي ها. هاٽي بس ڪري ات ۽ اٺي هلي ماني کاءُ. ماني ٺري وئي آهي". هن همراه جون مسي اچي اکيون ڪليون هيون ته 'هن جا هٿ ته خالي آهن' سو غصي مان اکيون ڳاڙهيون ڪري زال کي چيائين "چپ ٿي ڪرين يا ڪٺان پادر، ڪروڏڻ! تنهنجي انهيءَ ڪروڌ ۽ ٺيڪو ئي آ، جنهن ڪري مان هارايان ٿو. جي ڪروڌ بند ڪرين ته ياڳ نه وري". ڳالهائيندي جوجکي اچي ويس، "خوشيءَ سان ٿو مون کي ڏوڪڙ جونه ڏنا؟". انهن لفظن چوندي رحمت کي به ٺي ٺڦون وهائي ڪڍيائين. رحمت جا ڳٺا ڳاڙها ٿي ويا، ڏک ۾ اکين مان پاٽي وهي ويس. روئيندي چيائين،"مئا مون تنهنجو کهڙو ڏوهه ڪيو آ. ڪيڏي هارائين پاڻ. نياڳ پنهنجو اٺئي، ڏوڪڙن جي باه اچي مون مان ٿو ڪڍين".
پويان لفظ چوندي طيش ۾ اچي وئي ۽ مٿي جي وارن مان وننڊي چيائينس "مئا نالو لهئي، مون تنهنجو کهڙو

ڏوهه ڪيو آهي. ڳنڍ پر مرين به نٿو. ڪو ڪٿولو ڪجئي. ماٺهو توکي پورن به ٿا. بيا مرن ٿا، توتي موت به نٿو اچي. منهنجو رت ئي سڪائي ڇڏيو اٿئي. اڳيم ڏيئر به جوا تي هلائي ڇڏيئي. ڳهه ڳنا به ڳاريئي، گهر به لٽايئي. اجا به جوا مان ڍئو نٿو ٿيئي؟".

غفور پنهنجا وار ڇڏائيندي رحمت کي لونڊڙيءَ واري چپاٽ وهائي ڪڍي. رحمت بيهوش ٿي ڪري پئي. پوءِ اچي لتن سان ڪٽيائينس. جڏهن زال کي مقام جي مٽيءَ سان پيوت ڪري ساٺو ٿيو تڏهن جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو. جيڪي به اندر ٿيڙ هئس سي ٻاهر ڪڍڻ لڳو.

هيڏي رحمت وقلڻ لڳي. ناسن ۽ واڇن مان رت پئي وهيس. "مان مران ٿي. اوئي ... الا، اوه، الا.... الا مران ٿي. پ پ پاٽي اه .... پاٽي". رحمت جي اها حالت ڏسي رانول کي جهبو اچي ويو. ڊوڙي وڃي مٽ مان پاٽي جو ڪپ پري اچي رحمت جي وات ۾ وڌائين ۽ چندا به هنيائين. ويچاري سامت ۾ ته آئي پر اتي ئي پئي رهي.

غفور سڄي گهر جو سامان به اچي داءَ ۾ رکيو. رانول وارا جيڪي راتوڪي باهه ڪڍڻ آيا هئا، سي انهيءَ داءَ کي به نه ڇڏڻ ورا هئا. عمر چڪو ڦيرايو ۽ غفور کان داءُ ڪٽي ويو. اها حالت ڏسي رحمت اندر ۾ پڇرندي وئي ۽ غفور کي چيائين،'مئا تون نياڳو آهين، قدرت توکي اهي به نصيب ۾ تڏهن نٽي ڏئي. ظولمي!".

غفور گوڙ ڏني "بس ڪر ڪجري، سڄو نياڳ تو ۾ آ. جڏهن کان تون مون وٽ آئي آن، تڏهن کان منهنجي ڦٽي آ. مون سدائين تو نياڳڻ جي ڪري هارايو آهي". (اتي رانول دل ۾ چيو "نياڳي اها وري ڪٽي آهي. اهي سڀ ڪرتب ته منهنجي ساڄي پاسي کان پوريل چقمق جا آهن، جيڪو هر داءَ ۾ چڪو ڪيو بينو آهي). پويان لفظ چوندي غفور جو پارو چڙهي ويو ۽ رحمت کي ٻانهن کان جهليندي گهلي اچي ميدان ۾ ڪيائين". هل نياڳي تو به منهنجي لاءِ گهٽو تاراج ڪيو آهي. نه ڪو هوندينءَ نه ڪو نياڳ ئي ٿيندو".

رانول ته پهرين ڏکي ويو، پر رحمت جي حالت تي رحم اچي ويس ۽ چڪو چقمق واري پاسي اڇلايائين ۽ اهو داءُ به هنيائين. عمر دل ۾ چيو "اسان ته هن کان ڪوٺ ڪري، سندس زال تڳائي آ. پر اسان کي ائين نه ڪرڻ کپي ها". وري ذهن پلٽو کاڌس 'جي رحمت جي ٻانهن غفور کي موٽائي ڏنيسين ته هيءَ هن کي اجايو پيو مارينو ۽ ويچاري سورن ۾ اچي ويندي. اسان وٽ هوندي ته ماني ٽکي پئي ڪندي ۽ ڪم ازم ڪم ههڙي آزار کان جند آجي ٿي پوندس".

وني وجونس هن نياڳيءَ کي، نه کپي مون کي اها. مون کي انهيءَ جو پاڇو به نٿو وٽي! غفور گوڙ ڏيندي چيو ۽ جهوپڙيءَ کان پري هليو ويو. هيڏانهن رحمت ويچاري ٻڌتر ۾ اي وئي.

غفور جهوپڙي ڇڏي ٻاهر نڪتو ۽ جهنگ منهن ڪيائين. حواس باختہ، ڪاٻه خبر نه پئي پيس ته ڪيڏانهن ٿو وڃان. هيءَ ته هينئر جان مان به بيزار آهي. اها به داءَ تي لڳائي پر لڳي نه ٿي سگهيس. ڳورن قدمن سان اڳتي وڌندو رهي ٿو.

ڪا شيءِ هن کي نٿي وٽي. هن کي هينئر بک به لڳي آهي. وزم جي ٻاڙ لڳي اٿس. جيڪي هيڏي هاجي کان پوءِ به وسريون اٿس. مسجد جي اوساريءَ جو ته خيال ئي الائي ڪاڏي ويس هليو. ٻڌتر ۾ لڙهندو ٿو اچي.

هينئر هو زندگيءَ مان بيزار آهي. خد امان بيزار آهي. پنهنجي منهن پٽڪي ٿو،"خدا منهنجي قسمت اهڙي ناهي آ. مون خد اجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي. مون خدا جو ڪهڙو گهر ڊانو آهي. مون چا ڪيو آهي، خدا جو مون کي ايتري سزا ٿي ملي. مون کي نه کپي سندس ڏنل هيءَ زندگي، هيءَ جان. منهنجي لاءِ موت پلو آ. انهيءَ خد امون تي زندگيءَ جو احسان ڪيو آ پر هيءَ بيعزتي ۽ مفلسي ڏئي مون کي ڪيڏو نه تڪليف ۾ به وڌو اٿائين".

اهڙن موقعن تي انسان پنهنجي ڪرتوتن کي گهٽيءَ سوا لاءِ وساري سڄو مامرو ٻئي ڪنهن جي ڳچيءَ ۾ مڙهيندو آهي. هڪ ته گهر وڃڻ جي دئونس، ٻيو زال جو وڃڻ. ڏيئرن جو ٻي ملهه وڪامڻ. نه وزم نه کاڌو، سوچن ۾ غلطان ٻڌندو رهي ٿو. سج لهڻ وارو آهي. آسمان تي ڳاڙهاڻ آهي. هيءَ اڳتي وڌي ٿو، ڪجهه سوچي، جهنگ ۾ ڦٽل کوه ۾ ٽپو ڏئي ٿو. ڪجهه گهڙي ساعت گهرڙاٽن جا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. ان کانپوءِ گهري سانت ٿي وڃي ٿي ۽ دنيا جو سج پوريءَ طرح غروب ٿي وڃي ٿو

# ٧. ڪوڪ وارو

تڪڙو گهر ۾ گهڙيو، سندس حالت ڪي ڏسي، سڄي گهر جا پاتي، وائڙا ٿي ويا. پاڻ ڪي ڪرسيءَ تي ڇڏيندي، ڪپڙن ڪيڻ لاءِ گهر ۾ ڇپائين. هن جي انهيءَ ٻڏتر واريءَ سوچ، ڪيس گهر ۾ خوار پئي ڪيو، تہ شايد هيءَ ڪنهن وڏي مسئلي جي ڪُنَ ۾ غرق آهي .

يڪدم بيقراريءَ مان اٿيو. پاٽي گهريائين ۽ وري ڪٽ تي ڪري پيو. پاٽي مليس، اتي بيهي پيتائين، بينڻ ڪجهہ سوچائين ڪنڌ هٽي وري ڪٽ تي ليٽي پيو .

بيقرار تہ رڳو شاعر هوندا آهن، هيءَ شاعر نہ آهي، تنهن هوندي بہ سندس بيقراري شاعرن کان گهٽ ناهي. شاعر رڳو پري کان عام ماڻهن جي ڏکن جو تاب نہ سهي، زبان سان ڏک جو اظهار ڪندا آهن. پر هيءَ غريبن جي مسئلن ۾، جان جوکي ۾ وجهي بيقرار ٿيو آهي. اهڙا مسئلا تہ هن جي زندگيءَ ۾ ڪئين آيا پر هن هٽي وجي هنڌ ڪيو.

حد کان وڌيڪ يتيميءَ واري حالت کان هن زندگيءَ جي سفر جو آغاز ڪيو. ڳوٺ جو پاٽي پريائين، محنت ڪري ٿوري انگريزي سکيائين، انگريزيءَ جي ٻن اکرن جي آڌار تي 'سوار' ٿيو، رفتہ رفتہ 'جمعدار' بنيو، پوءِ 'صوبيدار' ٿيو ۽ هاٽي رٽائر، انهن منزلن ڪٽڻ ڪانپوءِ هيءَ تمام پڪو ٿي چڪو آهي. پر جڏهن ٻئي جي مٿان اهڙي حالت ڏسندو آهي تہ سر تريءَ تي هوندس.

ڪنهن وقت سندس گهران، مدرسي ۾ ننڍن ٻارن کي پڙهائيندڙ قاري صاحب کي ماني ملندي هئي. هڪ ڏينهن اتفاق سان ٻوڙ ڪڇي ويو هو. پاڻ گهر پهتو، خبر پوڻ شرط پنهنجو ٻوڙ ڏياري موڪليائين ۽ پاڻ بک تي گذاريائين. پيٽ مان بہ ڪڏي غريبن کي ڏيندو هو، جيڪو صرف ۽ صرف ماءُ ئي پنهنجي اولاد لاءِ ڪري سگهي ٿي.

رڳو ايترو نہ پر ديندارن جي عزت بہ تمام گهڻي ڪندو هو. هڪ دفعي اوچتو ساڳي قاري صاحب سندس در تي آيو. ٻڌڻ سان ايترو تڪڙو آيو، جو سندس مٿو تہ اگهاڙو هو پر پير بہ اگهاڙا هئس. تعجب مان پڇيائين،"سائين! افسوس! توهان تڪليف ڪئي!" "بس سائين! ڳئون ورتي اٿم سان ڳوٺ ڪاهي وڃڻ جو ارادو آهي. واٽ تي متان ڪو جهلي، ان لاءِ راهداري لکرائڻي هئي. ان لاءِ اوهان کي تڪليف ڏنم". قاري صاحب چيس.

"ابول! سائين مون کي اتي گهرايو ها! توهان تڪليف ڪئي! چڱو پلا پنو پين اٿو؟".

"ها سائين! وڌيڪ تڪليف ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي" اهو ٻڌي ور هٿن ۾، مٿو اگهاڙو پير اگهاڙآ، ڪچين گهٽين مان ڦرلانگ ڏيڍ پنڌ ڪري، اچي راهداري لکي ڏنائينس.

دل جو پيارو وري اهڙو، جو ٻمب ٻارن جا ميڙ ڪيو بيٺا هوندس. جڻ منائي ٿو ورهائي. هن سان چرچو، هن کي طعنو، دل ۾ ڪنهن جي رکي ئي نہ. ٻارن جا چرچا بہ ائين سهندو، جڻ هو سندس هڪ جيڏا آهن، وڏنهن تي ڪين ايندس.

وري وڏن سان ڪچهري ڪيائين تہ فلسفي ۽ منطق جي رازن کان واقف ڪندن. حالانڪ هو ڪو عالم يا مفڪر بہ ناهي. پر هيءَ هڪڙو رٽائرڊ صوبيدار آهي. غريبن جي حال جي دائمي سوچ، ڏکايلن ۽ مظلومن جي آهُن، سندس دل جي گهري سوچ جي طلاطم کي ڇيڙي هڪ مفڪر، سياستدان ۽ فلسفي ڪري ڇڏيو آهي.

سندس نالو غفور آ. جهڙو اٿس نالو تهڙو ئي آهي جوان. پنهنجي توڙي پراون سان انصاف سان هلندو، رستي تي ويهي پلين کي راهہ ڏسڻ، سندس شيوو ۽ روش آهي. چاهي هو غريبيءَ جي دور ۾ هجي، چوري ٻار جي حالت کان وني نوڪريءَ جي وقت ٿائين، 'سپاهيءَ' کان 'صوبيدار' ٿيڻ تائين. رٽائر ٿيڻ کان اڄ تائين هو هر وقت انهن راهن تي، جن تي غريبن لاءِ ڪنڊا وڇايا ويا هجن، پيرين اگهاڙي هلندو ۽ پيل ڪنڊا ۽ ڪاوا پيرن سان محسوس ڪندو، هٽائيندو رهيو آهي. عريبن جي ڏک پائي ٿيڻ ڪري سدائين دل جو دورو پوندو اٿس. پر هن دولهہ دلير، دلبو ٿي، انهن طبعي بيمارين کي رد ڪري، غريبن جون ذهني پريشانيون، بيماريون، الجهنون ۽ ڏک دور ڪرڻ جي جدوجهد ڪئي. ڪو بيمار ٿيو تہ دوا بہ پاڻ وني ڏئي ايندس.

جڏهن صوبيدار هئو، تڏهن ٿاڻي واري سيٽي وڄائي، غريبن جي مدد لاءِ ڪوڪون ڪندو رهيو، پر جڏهن اتي انهن سماج دشمن عناصر انسانن ڪيس نہ سَنو تہ ڪيس چوڏهن سون ۾ لهرائي ڇڏيائون. پر هن سرو قد، اڏول ۽ استقامت مند انسان ڪنهن وڏيري يا سرمائيندار جي سفارش جو نہ ئي انتظار ڪيو ۽ نہ ئي ان لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪيائين ۽ نہ ئي

انهن جي ڪاڻ ڪيايئين. لهڻ سان ئي ڳوٺ هليو آيو، اهي سرڪاري ڪپڙا لاهي ڇڏيائين، جن ۾ غريبن جي حقن جي حفاظت ڪندي پس نہ سَنو ويو هو. پاڻ سائين وَرَ هٿن ۾، پنين ۾ ڊوڙندو رهيو، غريبن سان حال ونڊيندو رهيو ڪڏهن ڪنهن ڏارئي کي ٻني ڪاهڻ لاءِ نہ ڏنائين. پنهنجن جي ڏکن سورن ڪيس بيقرار ڪري رکيو هئو. ۽ انهن لاءِ هي پاڻ پتوڙيندو رهيو.

ٻار ڪيس "ڪوڪ وارو" سڏيندا آهن. هو واقعي ڪوڪ وارو آهي، جنهن جي وار ڪاندارينڊڙ ڪوڪ- جيڪا ڪنهن ويري، باز کي ڏسڻ وقت، هڪ ڪمزور ڪڪڙ، ٻچن جي مٿان ويهي، سندن بچاءِ لاءِ ڪندي آهي، وڏيرن جي ڪنن جا پردا ڦوڙي ڇڏيا، پيٽو سرمائيدارن جي پيٽ شِهن ۾ پنهوارون ڪري، تاسوري ڦٽ وجهي ڇڏيا. غريبن جي لاءِ ازغيبي لٺ وانگر اونداهين ۾ سهارو بڻي .

هيءَ هر انهيءَ وقت بچاءِ جو سائرن بڻيو، جنهن وقت ڪنهن ظالم وڏيري جا زهر آلود چنبا، ڪنهن غريب جي روزي لڙڻ جي ڪوشش ۾ هجن. انهيءَ وقت بہ هن جي اها بي آواز ڪوڪ غريبن جي پاران پيٽو سرمائيدارن لاءِ انڌي لٺ ۽ سائونڊ پروف گولي ثابت ٿي، جنهن وڏيرن جون اکيون کولي ڇڏيون، وائيسر گهرگهلا ڪري ڇڏيا ۽ سندن پٽڪا پيرن ۾ چيٿاڙي ڦٽا ڪيا.

ڪيس وڏيرن جا چاڙتا ۽ ڪاٽڪو، چمچا ۽ پنو عبدالغفور مان 'عدلو' سڏيندا آهن. يعني اهي انهيءَ ڳالهہ جي تصديق لاءِ هام پريندا آهن تہ هو غريبن جو 'ادل' آهي، غريبن لاءِ 'عدل' آهي، هر وقت هنيانءَ جو ٺار آهي.

وري غريبن سان همدردي اهڙي، جو ڪين بي گهر ٿيڻ ڪان بچائيندو وتندو. هڪ ڏينهن شهر ڪان موٽندي، جڏهن ٻڌائين تہ هڪ ٻڪرار کي- وڏيرن جي هڪڙي گماشتي جي چرچر تي، خواه مخواه پوليس وني وئي آهي تہ گهر وڃڻ بدران پهرين ڪيس ڇاٽي مان ڇڏائي گهر پهچايائين، پوءِ پاڻ گهر ويو ۽ ماني کاڌائين. انهيءَ ۽ اهڙن ٻين ڪمن ڪيس وڏيرن جو مخالف ثابت ڪيو، پر هيءَ اڏول رهيو آ ۽ ڪڏهن بہ ڪنڌ نہ جهڪايائين اٿلو سندس ڪارنامن جي ڪري، سندس مخالف سندس آڏو .ڪانياري ٻلي ڪئي سندي جوءِ" وانگر رهيا آهن.

هڪ ڏينهن اوچتو، ڳوٺ، ڳوٺ ۾ هڪ غريب ماڇي مري ويو. ان وقت ان جي گهر ۾ ڪوبہ سندس مائٽ موجود نہ هئو، سواءِ سندس زال جي. ڪوبہ ماڻهو سندس لاش وهنجارڻ لاءِ نہ پيئي نڪتو، اتي هيءُ ئي سرواڻ هئو، جنهن اجائي نفاست پرستيءَ ڪان آجو ٿي، ماڻهن کي ڪٺو ڪيو، لاش کي غسل بہ پاڻ ڏياريائين، ڪفن دفن جو بندوبست بہ پاڻ ڪيائين. جڏهن تہ ڳوٺ جا، دٻاءَ تي ووٺ وننڌڙ وڏيرا، ان جي جنازي نماز تہ ڇا پر عذرخواهيءَ تي بہ نہ آيا.

پوليس اچا ڪنهن غريب جي چائنٽ تي پهچي هلان ئي نہ ڪئي آ تہ هيءَ ان لاءِ لوهي ڪوٽ بڻيو. غريبن جي عزت جو رکوالو بڻيو. انهن وڏيرن سان بہ چوٽون کاڌائين، جيڪي غريبن جون زالون بنا طلاق جي، پنهنجي ماڻهن کي پرڻائي ڏيندا هئا. انهيءَ ستم ظريفيءَ جي دور ۾ غريبن کي- حقن ڪسڻ لاءِ- انصاف جي پليٽ فارم تي هڪ ئي 'ڪوڪ' سان ڪٺو ڪيائين. ٻارن ۾ سمجهہ جو مادي روح ڦوڪيائين.

اهڙا ڪم تہ سندس رزواني زنگيءَ جو معمول هوندا آهن. انهيءَ ڪان اڳ۾ هڪ غريب تي هڪڙي پيٽو سرمائيدار ڪوڙو ڦڏو ۽ ڪيس ڪيو، ٻين وڏيرن جي مدد سان موراڳو ان جو واٽرڪورس پيئي رد ڪرايائين، پر اتي هيءُ يار پهچي ويو. خبر ٻڌڻ سان ئي- پيئي وَرَ ڪڇي هٿ ۾، نيٺ جو لڪڻ ساڄي هٿ جي آڱرين ۾ ڦيرائيندي تڪڙو ڊوڙندو اچي واٽر ڪورس تي نڪتو. واٽرڪورس تي آيل انجنيئر صاحب سان انگريزيءَ ۾ ڳالهيائين. صاحب موٽيو ۽ فريادي وڏيرن کي دٻايائين ۽ واٽر ڪورس کي بحال قرار ڏنائين.

سدائين وَرَن ۾ هَٿُ هوندس، سندس پيشانيءَ ڏي نهاربو تہ سمجهہ ۾ ايندو تہ ڪنهن وڏي مسئلي ۾ ڦاٿل آهي، پر چوري ڏسبس تہ رڳو غريبن جي آهُن سان پريل هوندو. ڪهڙو بہ ڏکيو فيصلو هجي، ان جي هر نقط نگاه ڪان هن جي ذريعي هر ٻار کي بہ پروڙ پوندي آهي. هن جي معرفت نئيو ٻار بہ انهيءَ پيچيندہ مسئلي ۾ ناطق گويائيءَ جو مظهر نظر ايندو.

تازو ڳوٺ ۾ ٻن ڏرين جو پاڻ ۾ سگابنديءَ تي جهيڙو ٿيو. جهيڙي جو فيصلو ڳوٺ جي وڏيري- هٿ نوڪئي فضيلت مآب- وٽ آيو. وڏيري انهيءَ فيصلي ۾ رياءُ ڪندي، فيصلو پنهنجي پارٽيءَ جي ماڻهن جي حق ۾ ڏنو ۽ ٻيءَ غريب ڌر جو ديناداستيءَ حق وڃايائين.

اها خبر جڏهن هن- تعصب پسند ۽ شرپسندن جي ازل کان جاني دشمن- کي پيئي تہ هن انهيءَ ڦورو وڏيري تي- انهن

غريبن جي پاران درخواست ڪئي .
جڏهن انهيءَ ناسوري وڏيري کي درخواست جي خبر پئي ته انهيءَ پنهنجي پارٽيءَ جي مخالف ڌر کي گهرائي دڙڪو داٻ ڪيو ته انهن هن تي درخواست ڇو ڪئي؟ جڏهن انهن تسلي ڏنس ته انهن هن جي مٿان نه ڪورٽ ۾ ۽ نه مختيارڪار وٽ ڪا درخواست ڪئي آهي، ته وڏيري زباني ڳالهين تي بي اعتباريءَ جو اظهار ڪندي انهن اڻ پڙهيلن کان، سندن جهالت جو فائدو وٺندي، ’ڪوڪ واري‘ جي خلاف لکيل درخواست تي، انهيءَ ڊاڄ ۾ صحيحون ورتون ته هيءَ درخواست، سندن اڳئين درخواست جي ڪوڙي هئڻ لاءِ گواهي ٿئي.
اڄ ڪيس انهيءَ لکيل درخواست جي خبر پئي آهي. جيڪا لکيل ته سندس خلاف آهي، پر ان تي صحيحون سندس حامين جون آهن. ذهن ۾ واڃڻ ۽ گوڙ ايري آيو اٿس. سوچن جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو آهي. ’جن لاءِ مياس سي ئي ويري ٿيام- ڪنهن تي اعتبار ڪجي. ڪنهن سان نيڪي ڪجي، هتي ته نيڪي ڪري انتظار ٿو ڪرڻو پوي ته ڪڏهن ٿي اها ڳچيءَ پئي‘. اهڙا پيانڪ خيال سندس ذهن کي جهنجهوڙي رهيا آهن. اِتان اٿي ڪرسيءَ تي وينو، دل جو دهڪو تيز ٿيس ته ڪرسيءَ تان اٿي کٽ تي ليٽيو.
اهڙيءَ گهريءَ سوچ ۾ پئجي ويو جو بيقراري ختم ٿي ويس. سوچيندي سوچيندي ننڊ وٺي ويس. گهر مان آهُن ۽ دانهن جو آواز اُٿيو، پر هن اڄ ڪنهن به غريب جي دانهن جي پٽ پرائي نه ڪئي. هيُءَ ستو رهيو ۽ ڪنهن غريب جي مدد لاءِ نه اٿيو ۽ نه ئي اٿندو. هيُءَ هميشه لاءِ ابدي ننڊ ۾ سمهي پيو آهي.

# ٨. ڏيئڻ جو ڏنار

"ائي مائي ڪڻ پنهنجي نڪمٽيءَ ڪي، ترپي ترپي ڦڙش (فرش) وجائي ڇڏيو ائين. ڇٽي ڪٽي اسان لاءِ ڪن ڪيو اٿئي. انهيءَ ڪان نہ ڇٽين ها تہ چڱو هئو. ڇٽبو آ تہ نپائبو بہ آهي ؛ يا ائين ٻين جو ڪائڻ پيئڻ نره ڪري ڇڏبو آهي؟" منهنجيءَ سس منهنجي چوٿين نمبر ۾ آخري ڇوڪريءَ ڪي فرش تي ٽريندو ڏسي پٽڪو شروع ڪيو. مان انهيءَ وقت رنڌڻي ۾ ماني پچائي رهي هئس ۽ پاڻ ڪني ڪي ڏسڻ لاءِ رنڌڻي ۾ ڪهڙي هئي.

رڳو منهنجيءَ سس جو منهنجي اولاد لاءِ ايڏو ونڊڪو نہ هوندو آهي، پر ان ۾ سندن پيءُ جو سرس ئي هوندو آهي. جي پنهنجو ڪتو پاڙي نہ ٿئي تہ ڳدڙ ڪي ساهہ آ جو ول وجائي. پنهنجو پيءُ جو ويري نہ ٿئين ها تہ ڪنهن ڪتيءَ ٻليءَ ڪي ساهہ آ، جو آڪري ٿئي. پر پنهنجي ئي ٻوڙائي آ، ٻيءَ ڏي ڪهڙو ڏوهہ ڏجي.

مون ڪي هن وقت تائين لاڳيتيون چار ئي ڌيئر ڄايون آهن. مون ڪي شاديءَ ڪئي نَوَ سال ٿيا آهن. پهرين ڌيءَ انن سالن جي، ٻي ڇهن، ٽين چئن ۽ چوٿين ٻن سالن جي ۽ پنجون بار پيٽ ۾ پورن مهينن سان اٿم.

مان اصل ۾ حيدرآباد جي هئس. مون ڪي چار ڀائر ۽ ٻہ ڀينر هيون. پيءُ تہ مون نہ ڏٺو. ماءُ بہ سجهندي ئي ڏهاڳ ڏئي وجي ٻيو مڙس ڪيو. اسان جو هلڻ چلڻ ڀائن وس تي ويو. ڀائر بہ هڪ ٻئي کا زور فلي (فعلي) هئا. ڪين نشن پتن لاءِ جڏهن پئسن جي ضرورت پئي، تڏهن ڳنديائون ڀينرن ۾ هٿ.

مان تہ سيني ڪان جم ۾ ننڍي هئم. جڏهن سمجهہ سان ٿيس تڏهن اک وتائي ڏنم تہ منهنجا ڀائر، منهنجن وڏين ڀينرن کي ٽن چئن هزارن ۾ وڪٽي، ڀينرن کي پاڻ سان ملائي، ڏهين پندرهين ڏينهن، مڙسن سان ڦڏو ڪرائي، طلاق ونرائي، وري ٻئي هنڌ وڪٽي ڇڏين. مڙيئي اهڙي طريقي جي ڪاروبار مان گذر سفر پئي ڪيائون .

مون کي انڃيءَ ڳالهہ ڪان سخت نفرت هئي. ڇو جو مون ڏٺو تہ منهنجي وڏي ڀيڻ بہ آخر گهٽڻ هنڌن تي رلي رلي ڪک ٿي پئي هئي، ۽ پئي پنهنجي منهن پريشان گذاريندي هئي. عورت لاءِ پنهنجو نويڪلو گهر هجي، ان ڪان وڏيڪ ڪهڙي بادشاهي ڪپيس. وري سندس بہ اها ئي خواهش هئي تہ پاڻ جيڪڏهن تباهہ ٿي هئي تہ ڪم ازم ڪم مان نہ ٿيان. مان سيني ڪان سونهن ۽ سوپيا ۾ سرس هئم. ان ڪري هرڪو ڀاءُ مون ڪي چڱي آسامي سمجهي، چڱو گهر گهرندو هئو.

نيٺ منهنجي لاءِ بہ ڏينهن پرجي آيا. مون مئٽرڪ ئي مس پا سڪئي هئي، جو منهنجن ڀائرن مون ڪي داءَ تي ڏهنهزارن ۾ هٽن لاءِ پهہ پچايا هئا. قصو ڪوتاهہ ڳالهيون هليون. خبر پئي پوندي هئم تہ هڪڙو ڪلارڪ آهي. ڪونٽڙيءَ ۾ نوڪري ٿو ڪري. ماءُ پيءُ کي اڪيلو آهي. پيءُ فوت ٿي ويو اٿس، ماءُ پيءُ جي ميراث جو اڪيلو وارث آهي. اڳي هڪڙي شادي ٿيل اٿس. ان زال مان ڪيس ڪوبہ اولاد نٿو ٿئي. مجبور ٿي اولاد لاءِ ٻي شادي ڪرڻ ٿو چاهي.

انهيءَ جو اصل ڳوٺ نصيرآباد آهي. پنهنجي نئين زال کي نصيرآباد ۾ رهائيندو. ان ۾ منهنجا ڀائر ڪجهہ ناراض هئا تہ مان شاديءَ کانپوءِ نصيرآباد ۾ وڃي رهان. پر جيڪي چڱا منا ٻيءَ ڌر جي ڀاران وچم پيا هئا، تن ئي اها ڳالهہ نہ مڃي. نتيجي ۾ منهنجن ڀائن اڃي مون ڪي پٽيون پڙهائڻ شروع ڪيون تہ مان جيئن ستاوڙي تي موٽي حيدرآباد اڃان تہ مڙس سان ڦڏو ڪري گهر ويهي رهان ۽ اهو عذر ڏيان تہ حيدرآباد ۾ گهر هوندو تہ رهندس نہ تہ نہ . مون بہ پهريون ڏک گسائڻ لاءِ ها ۾ ها ملاين. نيٺ اهو بہ ڏينهن آيو، جو مان پرڻجي اڃي نصيرآباد نڪتس. منهنجي مڙس جو نالو يوسف هئو ۽ سندس اصل ڳوٺ نصيرآباد جي پرسان هو. جڏهن يوسف جي پيءُ رضا ڪئي، تڏهن يوسف ڳوٺ جون ٻنيون بارا، مال متاع وڪٽي، ماءُ ۽ زال ساڻ ڪري اڃي نصيرآباد ڳاهٽ ٿيو هئو.

مون پهرينءَ رات ئي يوسف سان حال اوريو هئو. ڪيس ٻڌايو هئم تہ "منهنجي ڀائن جي ڪهڙي نيت آهي" مان انهن ڳالهين ۾ راضياٽي ناهيان. پر پاڻ بہ پنهنجو پاڻ سنڀالي هلي. ان تي يوسف مون کي ستاوڙي تي حيدرآباد وني ئي نہ هليو هئو. آخر پندرهين ويهين ڏينهن منهنجو ننڍو ڀاءُ فيروز اڃي نصيرآباد نڪتو هئو. اسان جي گهر جي پاسي واري ڪمري ۾، جيڪو مهمانن لاءِ نهيل هئو. ترسيو هئو. يوسف جيئن ئي سندس سان مليو هئو، تيئن ئي جهڙتي ڏئي ستن نڪائن وارو چاقو وَرَ مان ڪڍيو هئائينس. مان بہ فيروز سان اتي ئي ملي هئم. مون ڪي ملڻ شرط ڏاڍا دڙڪا داٻ ڏنا هئائين. مون ڪوڙو منهن ڪري ڪيس ٽريون ئي ٽي هنيون هيون، جيئن سدائين لاءِ مون مان آسرو

پلي وجي. هو آخر ۾ گارين تي لهي آيو هئو ۽ اِجهو هتين پوڻ وارو هئو ته مان اندرئين ڪمري ڏانهن پڄي وئي هئس.

مون يوسف کي انهيءَ ڳالهہ کان آگاهہ ڪيو هئو، جنهن تي يوسف، فيروز کي گاريون ۽ هڪلون ڏئي لاڙڪاڻي جي بس ۾ چاڙهي ?آيو هئو، تہ جيئن رات واري گاڏيءَ ۾ حيدرآباد هليو وڃي. هو ويو جڻ ام کان هليو ويو. ان ڪانپوءِ بين پائن سار سنڀار تہ ڪانہ لڌي پر پَٽڻ ڪاٺڻ لاءِ بہ تي پنڌ ڪيائون پر جيئن تہ ڪو ڪڙتيل نہ ڪنتن، سو آسرو پلي ويا. هاڻي منهنجي لاءِ هيءُ ئي هڪڙو گهر رهيو هئو، جنهن ۾ اڳي پوءِ ئي رهڻو هئو.

يوسف جي عمر مون کان ٻيڻ تي بہ گهني هئي منهنجي عمر سورنهن سترنهن سال هئي تہ سندس چاليهن کان بہ مٿي هئي. سندس دل مون سان ئي هئي. جڏهن بہ نوڪريءَ تان موڪل تي موٽندو هئو، ساريون ئي ساريون راتيون منهنجيءَ ڪڇ ۾ پيو هوندو هئو. اڳين زال کي ليکيندو ئي نہ هئو. اها ويچاري پنهنجي منهن پئي جهجندي ۽ جهرندي هئي. منهنجي ساهڙي هونئ تہ ڏاڍي صبر واري هئي. بک ڏک ۾ رهڻ واري هئي. پر اها ڳالهہ اهڙي هئي جو سندس کان بہ مشڪل سان برداشت ٿيندي هئي. نيٺ هڪڙيءَ رات اهڙو ڪم ٿيو جو اسان ٻئي زال مڙس گڏ ستا پيا هئاسين تہ هيءَ مٿان اچي بيني. ۽ رهيس نہ چئي ڏنائين "سمهہ ماريا سمهہ پنهنجي ماءُ سان، مون سان سمهندو پٺهين قبر وارو"، ان تي يوسف اٿي بہ تي لتر هنيا هئس، "اڙي چاتي ٽيڪ ٽيڪ لاتي اٿئي، صبر سان سمهي نٽي سگهين" ۽ هوءَ ويچاري سجي رت ڪوڪرا ڪري ستي هئي.

تن ڏينهن ۾ مون کي پهرين چوڪري ڇهون مهينو پيٽ ۾ هئي. ان وقت مون تي مڙس جو ايترو آر هئو، جو رڳو مان ئي سيبائيل هئس. تنهن ڪري منهنجي ساهيڙيءَ کي ماريو هئائين. هونئن نہ تہ هوءَ بہ نڪاح ٻڌي زال هئس. مان بہ ان ڏينهن الائي چو پنهنجي انهيءَ سورهيائيءَ تي خوش ٿي هيس. الائي چو اسان عورتون پنهنجي مٿان پهاچ ڪونہ برداشت ڪنديون آهيون، پر ٻيءَ جي مٿان پهاچ ٿيندي دير ئي نہ ڪنديون آهيون .

مون کي پهرين ڌيءَ ڄائي هئي تہ يوسف ڏاڍي خوشي ڪئي هئي. ڇو جو سندس اها پني مراد هئي ۽ ڏاڍو ڇنيءَ رات شادمانو ڪيو هئائين. مون کي بہ لک واڌيون مبارڪن جون مليون هيون، جو منهنجي ڪري ئي سندس ڪا پيڙهي پٽر ٿي هئي .

ٻيو ٻار وري ٻن سالن ڪانپوءِ ڄائم. سا بہ چوڪري هئي. پر ان جي ڄمڻ تي ڪا خاص خوشي ڪانہ ٿي، هيڪاري منهنجيءَ سس ۽ مڙس کي رنج پهتو. منهنجي سس سدائين پئي ڦسڙات ڇڏيندي هئي، "ڏيون پرائو ڌن- اڄڪلهہ تہ مفت ۾ بہ پيون ٿيون رلن. ڪير ونڻ لاءِ تيار ڪونہ. ڪنهن جي لاءِ ٿي ڄڻين؟ ڪهڙا سوٽ پڦاٽ وينا اٿن جو انهن کي ڏينداسين. اهي پڄي وينديون. رڳو ڀاچوڪڙين جو وار ڪني واڙيو اٿئي". جي اتي ورندي ڏيندي مانس "چاچي الله جي هٿ ۾ آ ڏيڻ. ڪو مون تہ پيٽ ۾ چوڪريون ڪونہ بنايو اٿمان. رڳو بہ تہ نياٽيون آهن. پنهنجو نصيب ڪائينديون". اتي رومڙ ڪري چڙهي ويندي،"تنهنجي مرضي چاهي، اجا ڪا ترڪ پري ڪراچي پڙيءَ تي ڪپائي اچڻ جيتريون ڄڻڻ جو خيال اٿئي چا؟ ائي الله کان پٽ گهر. ڪو وارث تہ ٿئيم. رڳو ڏين جي چڱهن ۾ ملڪيت چيري ميري ڪرائينديئم ڪيئن؟". آخر مونکي وَهُ جو ڍڪ پري چپ ئي ڪرٽي پوندي. انهيءَ تيرنهن تاليءَ، هشت رنگيءَ ۽ ڪپا ڇنيءَ رن سان ڪير سينو ساهي. وَڃ بہ ڪيري آهر ڪڏي. منهنجو مڙس بہ ماءُ سان انهيءَ ۾ ٻڌل هئو. لٽي ڪپڙي لاءِ بہ پئسن ڏيڻ مهل رڳو دوڳيندو هئو. ڪڏهن ڪڏهن تہ سگريٽن جا ٽوٽا منهنجين سهٽين سهٽين ٻانهن تي وسائيندو هئو. مان روئندي هئس تہ پاڻ ٺهڪ ڏئي چوندو هئو،"مان تنهنجي وفاداري ٿو ڏسان، مٿان ڪٽي پائرن ڏي پڄي تہ ڪانہ وينديءَ".

يوسف جي نوڪريءَ جا ڏينهن بہ پورا ٿيا. رٽاير ڪرڻ جا جيڪي ڏوڪڙ پئسا مليس ۽ ٻيا بہ گهران ڪجهہ وجهي اچي نصيرآباد ۾ ريزڪي دڪان کوليائين.

مون کي لاڳيتي ٽين بہ ڌيءَ ڄائي. بنهي ماءُ پٽ جو اهو ئي ڪهاڙي ڳن، هتين ويران وير وڌ ٿي ويو. مان بہ ڪانءِ وانگر هلي هئس مور جي ٺور، جو ڪني بہ ڪسائي وينس. مائٽن کي ڇڏي مڙس جي ڪڍ لڳم. مائٽن ڏانهن تہ سوير ئي هٿ ڪپڃي ويا هئم، سو هاڻي ڪنهن تي هٿ ڳپن. هٿن سان زندگي زهر ڪري ڇڏيم. هاڻي دانهن ڏيان تہ ڪنهن کي ڏيان؟ داد ڪرايان تہ ڪنهن کان ڪرايان. هٿ جي وڍيءَ جو ويڄ نہ طبيب. تنهنڪري ڦاتي ڪانپوءِ ڦٽڪڻ اجايو سو، مِني بہ ماٺ تہ مُني بہ ماٺ ڪري ٿيو وقت گذارٽو .

مايون مائين جو ڪاڄ. هوءَ به هڪڙي ظالم جي خلاف، سڀ مظلوم متفق هوندا آهن. پر ڪو ٻاقي ٻاقيندو آهي، ڪو لڪ چپ ۾ پيو ڪڙهندو ۽ ڪڏون ڪٽندو آهي. هرڪو پيو حيلا وسيلا هلائيندو آهي. هونئن به چوندا آهن، "انهيءَ ڪان وڏيڪ ڪو دوست ئي نٿو ٿي سگهي جنهن جو دشمن به ساڳيو هجي" هاڻي ته مان ۽ مون واري ساهڙي صفوران ٻِٽ ٿي پيوسين. ٻِٽ ٿيڻ جو مطلب اهو نه ٿيو ته اندران اندران ڪڏون ڪٽڻ شروع ڪيون سين. پر ٻنهي جو مسئلو لڳ ڀڳ حُب علي، بغض معاويه وارو ٿي پيو.

هڪ ڏينهن صفوران چئي ڏنو "امڙ! چار ڏينهن چاهه جا، پوءِ وٺ ڪپر واه جا. خدا جي ڏني تي ايڏو نه تڏجي. متان خدا ناراض ٿي وڃي. تو به گهٽيون ئي خوشيون ڪيون، دڙيون ٽپيئي، گهڙيءَ جو گهڙيال ٿي ويو. خبر پيئي؟ اهو ماريو وهمي ؛ پهرين رڳو اولاد جي سڪ هئس. نياڻيون ڄايس ته هاڻي ڪپنس ڪونه ٿيون. هاڻي پٽڪي لاهڻ لاءِ پُٽَ ڪپنس. خدا، اڳيان ڏيندس. ائي ادي ڪهڙيون ٿي خبرون پڇين. جنهن پنهنجي پيءُ جي عزت ڪانه ڪئي. سو تو مونکي ڪرِ ڪندو؟ اصل نه!". موري ۾ مئي ڪي نوڪري هوندي هئي. اچڻ وڃڻ به اتي ۾ لوڻ برابر هئس. اها دادوءَ ۽ موري واري پل به ستين ڪال پئي. اها اڳي جي ڳالهه آهي. مون مان جو اولاد جو آسرو نه هئس، ته اچي وري ماءُ لاءِ . نيٺ چاچو مرهيات هتان تيار ٿيو اٿئي، ڪشالا ڪڍي، ڏونگر ڏاري، دسين جا پنڌ لتاڙي سندس وٽ پهتو ٿي. اُتي امڙ! ڪاڏي مهڙ آ، پيءُ جو ٽڪو ملهه ڪيائين. سيني دوستن يارن ڪي- ٻڌايائين، "هيءُ پوڙهو اسانجي ڳوٺ جون مينهون چاريندو آهي. آيو آهي چارائيءَ جا ڏوڪڙ وٺڻ" چاچي ڪان به هڪڙي هن جي دوست پڇي ورتو "چاچا، تون يوسف جي ڳوٺ ۾ مينهون چاريندو آن!". چاچي به رڪٽي نه رکيس "ابا ڪيڏ وري ماڻهس جي چاريندو آهيان. مان ماڻهس- جو يار آهيان".

"تنهن تي مڙس ڪي خار لڳي، پيءُ ڪي ٺيلها ڏئي ڪڍي ڇڏيائين. ٻيو ته نهيو، مانيءَ ۽ رهڻ جي صلاح ته ڪانه ڪيائينس پر پيءُ ويچاري ڪي موٽ جو ڪرايو به نه پڇيائينس. چاچو به الائي ڪيئن مري جُهري هت پهتو. امڙ اندر صفا جليل هئس. جيئري جهان ۾ هڪڙو پٽ سو به پنهنجو نه ڪري. انهيءَ ڪان ٻڌي مرجي ته چڱو آهي. وصيت ڪري ويو ته منهنجو منهن نه ڏيکارجوس. ۽ ڏينهن به ڪي ٻه ٽي حيات هيو. جلد ئي موڪلائي ويو. هن مار پئي ڪي منهن ئي نصيب نه ٿيو. ادي! ماڻس به گهر ويني آهي، هجي ٻاهر نڪرڻ جهڙي ته هوند چوي ته اسان جي گهر جي ٻهاري ڪيندي آهي. امڙ مڙيئي آهي وقت گذارڻو. مئي سان جيڪي مون ڏورڻا ڏنا آهن سا مون ڪي خبر آهي. تون پرديسڻ آهين، توڪي ڪهڙي خبر".

اهي ڳالهيون ٻڌي منهنجو اندر اجا جلي ويو هئو. ڪنهن ڪنهن وقت جوڄڪيون ايڏيون هئم ته سڀ ڏيئر ساڻ ڪري وڃي حيدرآباد ۾ پائرن وٽ رهان ۽ جيئن مون ڪي ۽ منهنجي ڏيئن ڪي ڪن تيئن ڪيان. پر وري چوندي هئم ته نياڻين ويچارين ڪهڙو ڏوهه ڪيو آ.

نيٺ مون ڪي چوٿين به ڌيءَ ڄائي. اهي حالتون اجان وڌي ويون. مون ڪي يوسف الائي ڪيترا گهمرا طلاق جا لفظ به چئي چڪو هئو. مان ٿيس ئي نڌڪٽي سو سور پي ويني هوندي هيس. پر نياڻيون نماڻيون، ڪنهن جي در تي ڪٽي وڃي ويهان. ڪڏهن ايندو هئم، چئني ڪي گهٽو ڏئي ڪڏ ڪٽي پوري ڇڏيان. انهن منهنجي زندگي ئي زهر ڪري ڇڏي آ. وري ڏسندي هئس ته اهي به جمڻ سان ئي مون ڪان وڏيڪ سهمن ۽ ٽڪ ٻُجي ۾ هيون. اٽندي ويهندي ڏاڏي به ڪٽين ته پيءُ به ڪميٽيءَ، ڪجريءَ ۽ ڪسٻياٽيءَ ڪان سواءِ ڪونين ئي نه. ڪڏهن دل ۾ ايندو هئم ته چئني ڪي ساڻ ڪري وڃي ڪڏ ڪوهه ۾ ٽپ ڏيان، نه ئي ٺڪر هوندو نه ئي ڪتو پوئنڪندو. سورن ڪان هڪ وار جان ته ڇٽي پوندم. پر مارئي نصيرآباد جي سڄي شهر ۾ ڪوهه به ڪو هڪڙو ئي، چيلي واه جي پرسان هئو، جنهن تي سڄي شهر جي دڙد هئي. اتي به اهڙي ويساند نه پئي ساري سگهيم جو پنهنجي منهن آپگهات ڪري سگهان. دل جو سور دل ۾ .

"ائي مائي!، ڪٽي نٿي پنهنجي نڪمٽيءَ ڪي. رڳو ڪسري لاءِ ڄٽيو اٿي ڇا؟ مان ٿي چوانءِ هڪ هڪ ڪري گهٽو ڏيندي هلائيندي وڃين. ٻيو اسان ڪي هي قبر تي قوس هلي ڏينديون ڇا؟ پيءُ مئي ڪان پوءِ پيجي وڃي مڙس ڪنديون. ڪو هنن جي ابي ڏاڏي ۾ چوڪرا وينا آهن جو اهي ڪٽندا. ٻاهران اسان ٽڪن تي وٺندا آهيون. ڏيڻ لاءِ هزارن ۾ ته ڇا پر الله جي نالي تي به نه ڪيندا آهيون. سڄي عمر وينيون هونديون، پيون اَن ڪائينديون. ايترو ولر ڄٽيو اٿئي ڪو هڪڙو ڏنار به ته ڄٽين ها نه، جو ويهي لٺ ڪٽي سنپالين ۽ ڏت ڪرين ها". مون واري سس ٻوڙ جو ڪُنو اندر

ڪٽي ويندي، مون واري ڊرائيپ تي اجا اڳتي ليڪچر لائيندي وئي. مان به ٻن جيئن سان هئم، مهينو به پنهنجو هئم. سو پنهنجي ڪيان. مانيءَ جي ڪيان. ٻارن جي ڪيان، يا انهيءَ رن جي ليڪچرن تي ڌيان ڌريان. حال في الحال ته سندس انهيءَ ليڪچر مون کي خيالن مان آٽي ٻارن ۽ مانيءَ ۾ وڌو .

وارو وارو ڪري ماني اڌ ۾ ڇڏي، ننيڙيءَ چوڪريءَ کي فرش تان کڻي، وهنجڻ جي جاءِ ۾ ڪپڙا آٽي ڌوتم. گونهن ميرا ڪپڙا اتي ڦٽي ڪري ڪيس ٻيا ڪپڙا ڪرايم. وري ڀڳس رنڌٽي ڌانهن، جيڪي به ٽي لولا رهيل هئا، سي گهڙي تئي تي هنيم. ايتري ۾ يوسف به منجهند جي مانيءَ لاءِ اندر آيو. ٻار جو گونهن ڌسي ڪاوڙجي ويو. نه ڪيائين هم نه تم، جيئن ئي بيخيالي ۾ ويني ماني پچايم، تيئن ئي اچي ٻه ٽي ٿڦڙون وهائي ڪڍيائين، ”گهر ۾ جڏهن به اچ، رڳو گونهن پيو آهي نه صفائي آ، نه سترائي، چارئي پهر رڳو پاڻ کي ۽ ڌيئن کي سينگارڻ ۾ لڳي پئي آهين. هينئر ئي هلائڻ جي چڪر ۾ آهين ڇا جو هيترا سينگار ٽي ڪرائين. ايترو جو گهر جي به خبر نٿي پوئي“. وات هٽندو، ٿوال کڻي وهنجڻ جي جاءِ ۾ ويو. اتان به گونهن هٽا ڪپڙا ڌسي ٻاڦيندو آيو. لاهيندي چپل پيرن مان پيٽ ۾ وهائي ڪڍيائين. ”سڄو گهر گونهن ڪري ڇڏيو اٿئي. اسانجو ڪائڻ حرام نره ڪري ڇڏيو اٿئي“. پادر لڳڻ سان گهڙي سوا ڊڪرجي ويس. هنيانءَ ۾ چڪ لڳي ويو هئو. پيٽ ۾ ٻار جي به چرپر بيهي وئي. سئين ٽي چلهه جي پرسان ڪري پيم. ننڍيون ٻئي چوڪريون امان امان ڪري چنبڙي ويون ۽ ٻوڪاٽ ڪري روئڻ شروع ڪيائون. پٺهن ٿڦڙون هٽي هٿاين. ”امان، امان جون سڪيون، اُنو ها ماءُ اَتوَ؟ رڳو ڪائڻ پيئڻ جي خبر ٽي پويس. گهر ۾ گونهن مان ميڙيانوَ“ ماني تئي ۾ پئي سڙي ته صفوران اچي ڪڍي. ان کي به رهڙ ڏئي جهليائين، ”نه ڪڍينس ماني تئي مان- ڪائي سڙيل ماني ته ڪل پويس ته گهٽي ويهين سؤ آهي“ صفوران ماني ڇڏي وري ٻارن کي پرچائڻ لڳي. ڪيس پنهٽجو ڄٽيو اولاد جو نه آهي، تنهن ڪري منهنجي ٻچن سان ٿورو گهٽو، ڪنهن قضائي، جهرڪي پوندو ڏيندي اٿس ته وچڙندي آهي باقي ٻيو خاص ڦورانيو ڪونهيس.

اڌ رات جو وڃي ٻار پيٽ ۾ چريو. باک ڦٽيءَ ڌاري مون کي سور شروع ٿيڻ لڳا. صبح سان اٿڻ مهل مون يوسف سان ڳالهه ڪئي پر ان ورنائي ڪانه ۽ دڪان کولڻ لاءِ هليو ويو. سس سان ڳالههڪيم، ان به ٻڌي اڻٻڌي ڪري ڇڏي. مون واري ساهيڙيءَ مونکي صلاح ڏني، ”ائي ادي هتي هٿ ڪير نه وجهندئي، تون لاڙڪاڻي وڃي اسپتال ۾ ويم ڪراءِ. اڳئين ٻار ويل به ته ائين ڪيو هيئي. هاڻي به ائين ڪر“.

”ادي اتي به ڌوڪڙن ڪانسواءِ نرسون هٿ ئي ڪونه لائينديون“

”تو وٽ ڪا پنهنجي ميڙي چوندي ڪونهي؟“

”مون وٽ وري ڪهڙي ميڙي چوندي آهي؟ مليم ڪا ٻارن کان واندڪائي ته ڪوهٽ جو پورهيو به ڪيان. انهيءَ ڳالهين تون مون کان هزار دفعا خوش آهين. نه اتئي ٻارن جي ڪيڻ، نه ئي ٻي ڪا پٽ ڪوهه، هٿئين ٽوپي ٽنگي لاءِ وقت به گهٽو ٿو ملئي. ٻه چار ڌوڪڙ ڪُٽيو ويني آهين. مون پريديسڻ جو ڇا حال آهي، هجي ها ڪا ادي پيڻ ته حال پائي تئي ها، هاڻي مڙه به ويو ته مقام به.“

”ائي ادي الله مان اميد ڇو لاٿي اٿئي؟ سؤ به مون وٽ ٽي پوندو. آٽي ٽي ڏيانءِ. تون پنهنجو ڳهو چاڙهه پوءِ پئي وهي لاهجان، جي نه ته ماشا مولا توکي بخش. ڏيڻ وارو ڌاتار آ: بندي کي ڪپائيندي ڪهڙو سور؟“ منهنجي حال تي رهم ڪائي دلداري ڏنائين.

مون کي اها صلاح انهيءَ لاءِ وڻي هئي ته مان چارئي ڏيئر ساڻ ڪري اسپتال ويندس ۽ وڃهه ڌسي رائي سڪئنال ۾ سيني ڌين کي پهرين اچلائي پوءِ پاڻ ٽپو ڏيندم. پر وٺي اسپتال ۾ ڪير ڇڏي اچي؟ هاڻي اها اڙ ٽي پئي.

صفوران جي ڳوٺان سندس پاءُ يا ڪو ٻيو مٺ عزيز سندس خبر چار وٺڻ لاءِ اٿهين پيو ايندو هئو. ان ڏينهن به خدا سٽائي ڪريس سندس پاءُ ڪامل جي، ڪنهنڪم سانگي شهر آيو ۽ پيڻ ڪانٽيڻ لاءِ به پير اسانجي گهر به آيو. مون به منهن لاهي صفوران کي چيو،”ادي ٻيو ڪو مرد ماڻهو ڪونهي. ڪامل تنهنجو پاءُ ته منهنجو به پاءُ آ، تون چئينس ته مون کي لاري ۾ چاڙهي ٻيو نه ته رڳو اسپتال ئي ڇڏي اچي.“

مان جنهن وارڊ ۾ ائڊمٽ ٽي هئم. ان ۾ هڪ اهڙي به مائي هئي جنهن کي پٽ ڄائو هئو. مائيءَ کي جڏهن خبر پئي ته ڪيس پٽ ڄائو آهيءِ گرمي ڏيڻ لاءِ انڪيوبيٽر ۾ر ڪيل آهي. جيڪو صبحاڻي ڪيس نڪري ملندو، ته مائي پٽ جو ٻڌي الائي ڇو رڙي پئي. مونسان به سورن نافت ڪري ڏني هئي، اوچتو اوچتو سور جون ٺاٺون پئي اپريون ۽

لڳن مان درڙهيون پئي نڪري ويون. ڪنهن وقت سامت ۾ پئي آيم ته ڪنهن وقت ڪا خبر نه پئي پيم اتفاق سان جنهن مدوائيف انهيءَ پٽ ڄڻڻ وار يمائيءَ جي تيمارداري پئي ڪئي، سا ئي منهنجي تيمارداريءَ ۾ لڳل هئي. مان به نرس کان الائي چو پڇي وينم. "اها مائي پٽ جو ٻڌي چو ٿي روئي؟" ان تي دائيءَ ٻڌايو، "چوي ٿي، مون کي پٽ جي ضرورت ناهي. مونکي ڌيءَ کپي" مون تعجب مان دائيءَ کي الائي چو چئي ڏنو،"بس ادي ڪنئي ڪپي ڪونه، ڳولهي ليي ڪونه. مان هنن ڏين جي ڏن مان ڦاٽي آهيان، انهيءَ مائيءَ جو مٿو ته نه ڦريو آهي جو پٽ کان بيزار ويني آهي. مون کي پٽ ڄمي ته لک شڪر ڪيان. حالت اها آهي ته جو مونسان انهن ڇوڪرين جي ڪري منهنجو مڙس هيستائين گڏجي نه آيو آهي. ٻئي لاشريڪ کي شرم آيو. اهو چڱي ويو پر ڪيس غيرت ئي نه آئي. انهيءَ کان رائيس ڪئنال ۾ ، ڊيئون ساڻ ڪري، ٽپو نه ڏجي ته اجا وري جيئجي. مان به هيءُ دفعو پاڻ کي آزمايان ٿي. جي پٽ ڄائو ته نيڪ آ نه ته هر هر جي جلڻ کان هڪ دفعو ٻڌي مرڻ ڀلو آهي" دائيءَ مون کي انهن ڳالهين جي ڪري هر هر دلداري پئي ڏني."

"ائي ادي سڀ ڪجهه الله جي هٿ وس آ اسان ۾ ڊاڪٽرن جي هٿ به پٽ ۾ ڌيءَ ڪرڻ ڪونهي الله ۾ اميد رک، توکي به پٽ ڄمندو.

ٻار پيٽ ۾ ڪاٻي يا ساڄي پاسي هوندو آهي. جيڪو ٻار ساڄي پاسي کان هوندو آهي، اهو گهڻو ڪري پٽ هوندو آهي. ۽ جيڪو ڪاٻي پاسي کان هوندو آهي، اها ڌيءَ هوندي آهي. منهنجا اڳيان چارئي ٻار، توڙ يهيءُ پنجون ٻار به ساڳئي ڪاٻي پاسي کان آهي. ان ڪري دائيءَ جي دلدريءَ تي ويساهه ئي ڪونه پئي آيم.

سج لهڻ ڪانپوءِ ٻار به لهڻ شروع ٿيو. مون کي دائيءَ سُئي هنئي ان ڪانپوءِ ڪا خبر نه پيم، جڏهن هوش سنڀاليم ته رات جا چار ٿيا هئا. منهنجي پر ۾ ٻار سٺل هئو. دائيءَ کان پڇيم "ڇا ڄائو آهي؟"

"ائي ادي الله جي هٿ ۾ آهي. ڌيءَ ڄائي اٿئي." ٻڌڻ شرط مون کي ڊڪر چڙهي ويو. نرس پاٽي ڪٽي اچي ڏنو ۽ هٿ پير مهٽڻ لڳي. آهستي آهستي چوڻ لڳي،"دل ۾ نه ڪرين ته تنهنجي ڌيءَ، انهيءَ پر واري مائيءَ کي ڏيان ۽ ان جو پٽ توکي ڏيان. انهيءَ ۾ اها مائي به راضي آهي. مون ساڻس ڳالهايو آهي. تو به چيو پئي نه ته مڙس ڏين جي ڪري مارئي ڪنئي ٿو." مون مائيءَ ڏانهن ڏٺو، لٽي ڪپڙي ۾ امير گهراڻي جي پئي لڳي. مون چيو ڌيءَ به خوش رهندي. مان به چڱي خوش گذاريندس. مون به اکيون پوري الائي چو چيومانس، "پهرين مون کي ڇوڪري ڏي، پوءِ منهنجو ٻار ڪڻ"

"پوءِ ترس، ساڍي ڇهين بجي ڇوڪرو توکي انڪيوبيٽر مان ڪڍي ڏيندس" انهيءَ آسري تي ڇوڪريءَ کي ٻبي ڇڄڙ ڏنم. جيئن ته اڳين رات کان وني سورن ۾ ڦيٿون ڪائيندي ننڊ نه آئي هئي. ننڊڙيءَ کي ٿڃ پياريندي ئي ننڊ ڪٽي وئي .

اک ڪليم ته صبح جا ساڍا نو ٿيا هئا. منهنجي پر ۾ ٻار سٺل هئو. ڪٽي ڪيس ٿڃ پياريم. پر واري مائي، هئي ئي ڪانه، الائي ڪيڏي مهل هلي وئي هئي. مون ٻار کي ڏٺو ته اهو ڇوڪرو هئو. دل ۾ ڏاڍي خوش ٿيس ته مان هڪڙي پٽ جي به ماءُ آهيان. ننڍڙيون پر ۾ سٺل هيون، انهن کي به اٿڻ سان ڏيکاريم. ته "ڀائڙو ڄائو اٿوَ. جڏهن وڏو ٿيندو ته توهان جا سڀ غم لهي پوندا."

ساڍي ڏهين بجي ڊاري دائيءَ منهن ڪڍيو. گهرائي سرٻاٽ ۾ پڇيومانس،"سسٽر، انهيءَ مائيءَ جي گهر جي ائڊريس اٿئس، جيئن من ڪڏهن، آندا چڪ ڪنئي، ته پيٽ ڄائي کي ڏسي سگهان. ۽ ڪڏهن وجهه وني انهيءَ جو ڳڻ ڳائي سگهان".

"ادي انهيءَ مائيءَ جي ڪهڙي ائڊريس آهي".

"چو سسٽر اسان ننڊڙکن جي، جن کي نه ڏٽي نه ڏوکي، تن کي به منهن لڪائڻ لاءِ جهوپڙي آهي، ائڊريس آهي. اها ايڏي پئسي واري مائي ؛ جنهن کي ڌيءُ جي سڪ هئي، ان جي ڪا ائڊريس نه هوندي. چرچا ڇڏ، ٻڌاءِ".

"ادي آهي شهر جي رهندڙ، پر بد پيشه عورت جي ڪا پڪي ائڊريس هوندي ئي نه آهي. هِتان بدنام ٿي هُت رهندي آ، هُتان نڪري ٻئي هنڌ، توکي ڇا ٻڌايان". دائي چوندي هلي وئي. اتي يوسف ۽ ڪامل، خبر چار وٺڻ لاءِ، منهن ڪڍيو، يوسف کي ڏسندي ئي دائيءَ کي جيڪي گاريون ڏيٺون هيم، سي وسري ويون ۽ دل ۾ درهڙي پئجي وئي. ڇوڪرين پيءُ کي ٻڌايو،"بابا، بابا- امان کي ادڙو ڄائو آهي" يوسف پٽ جو ٻڌي ڇمي ڏيڻ لاءِ ڪنيس ۽ منهنجو ذهن

چڪرائجي ويو. منهنجي اڳيان پيٽ ڄائي نياڻيءَ جو مستقبل ۾ ڏين جي ڏنار جو ماص ڦِرڻ لڳو.

# ٩. ڪوڙڪي

بس اچي انهيءَ شهر ۾ پهتي، جنهن ۾ مون کي لهڻو هو. شهر کي ٻه بس اسٽاپ هئا. ٻه انهيءَ ڪري جو ٻنهي هنڌن تي چوراها هئا ۽ انهن چوراهن تي مختلف شهرن کان ايندڙ مسافر، بس وارن کي آسانيءَ سان ملي ويندا آهن. مون کي ٻئي بس اسٽاپ تي لهڻو هو. ان ڪري پهرئين بس اسٽاپ کان ئي سيٽ ڇڏي پوئين گيٽ تي اچي بيٺم، ته جيئن آسانيءَ سان لهي سگهان، ڇو جو بس اجا بيهندي ئي ناهي ته چڙهڻ وارا ماڻهو درن ۽ درين کان گاڏيءَ تي، سيٽن ولارڻ لاءِ حملو ڪري ويندا آهن. بس جڻ ٻري تي بش ٿي ويندي آهي. چڙهڻ وارن ۾ اڌ کان مٿي ته رڳو گهورڙين جو تعداد هوندو آهي. جيڪي ٻاڪاريندي چڙهندا آهن ۽ بس هلڻ کان پوءِ به پيا ٻاڪاريندا آهن. انهيءَ گهمسان ۾ ته اها به خبر نه پوندي آهي ته مون کي لهڻو آهي يا چڙهڻو. اهي چورا اهڙو مٿو ڦيرائي ڇڏيندا آهن. ڪير لٿو ڪير چڙهيو، ڪا جهان جي خبر نه پوندي آهي. ڪي ته رونشي ڪوڏيا بس ۾ زائفون ڏسڻ لاءِ اڳئين گيٽ کان چڙهندا ۽ وچين رستي کان طواف ۽ ديدار ڪندا، ٻينلن ۽ چڙهندڙن کي ڌوهيندا پوئين دروازي کان لهي ويندا آهن.

وري مزي جي ڳالهه ته بس جو ٽائيم ڪل منٽ يا اڌ، سو ته بيهڻ ۽ افراتفريءَ ۾ گذري ويندو آهي. جيڪڏهن ٿورو سيڪنڊ ٻه مٿي ٿيو ته اسٽارٽر ڏنڊو ڪنيو بيٺو هوندس. پيو بس کي تڙيندو ۽ ڊرائيور کي گاريون ڏيندو "گاڏي ڪڍ، پرائو ٽائيم ٿو کائين". پوءِ نه چڙهڻ وارا مزي سان چڙهي سگهندا آهن ۽ نه لهڻ وارا لهي دنگ ڪندا آهن ۽ گاڏي هلي پوندي آهي. پوءِ ته رڳو اچي اچي پئي پوندي آهي. انهيءَ ڪري اڳيئي گيٽ وٽ اچي بيٺم ته جيئن بس بيهڻ مهل چڙهڻ وارن جو حملو ٿئي ته مان ڪسڪي سگهان.

ٻنهي بس اسٽاپن جي وچ ۾ گوني ڪنڊ وارو وڪڙ هئو. بس جڏهن ان وڪڙ تي پهتي تها تي هڪڙو واچوڙي وانگر اپامندڙ، ماڻهن جو هجوم متل هو. ان هجوم جي مرڪز ۾ ٽي عورتون هيون، جن کي رسمي طرح ڪاريون چادرون ٻه ويڙهيل هيون. انهيءَ هجوم جو ڪارڻ به شايد اهي رنون ئي هيون. هونئن به اهي رنون، جيڪي ڪاريون چادريون پائي ٻاهر مردن سان هِجا هَيرا ڏينديون آهن ۽ منهن مقابلا ڪنديون آهن، سي گهڻو ڪري اڳ ۾ پنهنجي مائٽن جي ڏاڙهي ڪوڙي هٿ ۾ ڪنديون آهن ۽ پوءِ ئي گهر جي چائنٺ ٻاهر ٽپنديون آهن. چائنٺ ٽپڻ کان پوءِ مرضيءَ واريون هونديون آهن، جيڪو ملين، پَيون ان سان چڪريون ڪائينديون آهن ۽ ماڻهو ميڙي ٻچڙو ڪنديون آهن.

موڙ اڪري، جيئن ئي بس سڌي ٿي ته اڳيان ٻئي بس اسٽاپ تي به اهڙو ئي وڳوڙ متل هئو، پر ان جي وچ ۾ هڪ ٽرئڪٽر هو ۽ شايد اها خلق وري انهيءَ ئي ميڙي هئي. بس ان جي ويجهو اچي بيني، ڇو جو بس کي اڳتي لنگهڻ لاءِ ڪا وٿي ئي نه هئي. بس جيئن بيني، تيئن جڻ ٻري تي بش ٿي وئي. لٿم ئي نه ته ماڻهن جي وچ ۾ گهيرجي ويم. وڏيءَ مٿان ڪس کان پوءِ، ڪپڙا ڦاڙائي ٻاهر نڪتم.

راڙو راڙ هجي. هيڏانهن لهڻ وارن جي ڏڪا ڏوڙ، چڙهڻ جي گپا گيهه. گهورڙين جون رڙيون ۽ هلڪريا، بس جي هارون مٿان هارون جو ٽڙڪو. بس جي ڇت مٿان ڪلينر جي داهوڙ "کهڙو سامان لاهيان بابا کهڙو".

اڳيان ٽرئڪٽر به جڻ ضد ٻڌيو بيٺو هئو، ڇُرڻ جو نالو ئي نه پيو وٺي. ٽرئڪٽر ۾ سپاهي ويٺو هئو، جنهن انهيءَ ٽرئڪٽر کي بيهاري هيترو ممڻ مچايو هئو. اهو سپاهي زور زور سان ڊرائيور کي هڪلون ڏيئي رهيو هئو "اڙي تنهنجي پيءُ جو روڊ آهي، جو ان تي تون پنهنجي مرضيءَ سان ٽرئڪٽر هلائيندين. چور جا پٽ!، هل ٿاڻي تي. توکي وڏي صاحب گهرايو آهي. تون ون وي ٽوڙي آهي. ليي پوري قانون جي خبر هليو آهي، ڊرائيونگ ڪرڻ. اڙي! لائيسنس اٿئي". ڊرائيور جون منٿون ته خدا جي نالي ڇڏ ٻيا ماڻهو به ايلازو، "يار رستو روڪيو اٿئي، ڇڏيندس ته وڃي".

شاهي رستو هو، ٻي ٽرئفڪ به اچي جام ٿي. سپاهيءَ جي اها رٽ "وڏي صاحب گهرايو ٿي، هل ٿاڻي، تون ون وي ٽوڙي آهي". سندس وڏي صاحب کي الائي ڪيئن خبر پئي ۽ الائي کهڙي نموني هن کي آرڊر ڏنائين سو ته پتو ئي نه پئي پيو. بهرحال وڏو صاحب آهي، نظر به وڏي هوندس، خير مڙيئي جهيڙي کي ٽارڻو، ڊرائيور پنجاهه جو نوٽ ڪڍي تريءَ تي رکيس. ڦڙتيءَ سان پنجاه جو نوٽ کيسي ۾ هٽندي، ٽرئڪٽر کان هيٺ لهي ڊرائيور کي دٻ پٽيائين "اڙي هل چور جا پٽ، ٽرئفڪ ڪٽي جام ڪئي اٿئي. اڄ ڇڏيانءِ ٿو. ٻيهر ائين ڪيئي ته صفا اُن ڪري ڇڏيندو سانءِ".

لاڳيتو افراتفريءَ کي ڏسندي، مٿو چڪرائڻ لڳو. ڪجھ سمجھ ۾ نہ پئي آيو، جڻ ڏڪجي پيو هئس. شڪر آهي جو پرسان هوٽل هئي ۽ نظر پوندي ئي ان ۾ گھڙي ويس. ۽ ان ۾ جاريءَ واري پٽ جي پرسان پيل ڪرسيءَ تي چؤسول ڏي مھڙ ڪري وينم .

آهستي آهستي جئم ٽيل ٽرئفڪ جھڪي ٿي. اها اجا ئاپر ٿي ئي ڪونہ جو مٿان واچوڙي وانگر ہيو هجوم نازل ٿي ويو، جنهن جي ٽيڻ جو ڪارڻ ڪارين چادرن واريون عورتونھيون. ان هجوم مان، مون واري پاسي وارا ماڻھو ٿورا هٽيا تہ مون چٽيءَ طرح ڏٺو تہ هڪ عمر ڪائي موٽيل عورت، هڪ جوان مرد کي بيباڪيءَ سان ٿڦڙ وهائي ڪيڍي. ہي پوئِوو منهنءِ گسائي ڪيپس. انهيءَ مرد رڳو گار وات مان ڪيڍي ئي مس تہ لغڙ وانگر ماڻھن جي هٿن جي ڏور ۾ اچي اڏامي ويو. جڻ بال کي بٽ لڳي ۽ بال چڪي ناهڻ لاءِ ڊوڙيو .

انهيءَ مرد کي بجو وهائي ڪيندڙ رن کي ڏسي منهنجا بہ تاهو وڃي ويا. صفا پگھر ۾ شل ٿي ويم. وڏي بدمعاش رن هئي. هڪڙي ڏينهن پنهنجي جوانيءَ جي آڏار تي مون کي بہ ڪٽي گھڻ بچڙو ڪيو هئائين.

ڇھ مهينا اڳ مان اونهاري جي موسم ۾ دوڪان تي وينو هئو. منجھند جي گرميءَ ڪري هرڪو ڪا چانوَ ڏسي آرامي هئو. مان بہ پکي جي هوا تي دوڪان ۾ آهليو پيو هئم، جو اها پوئِوو ڏيندڙ رن دوڪان تي چڙهي آئي هئي.

”چا، چا رکيو آهي، تنهنجي دوڪان ۾؟“ رن پڇيو هو.

”سڀ ڪجھ آهي، تون چئہ، توکي چا کپي؟“ مون جواب ڏنو هئس.

دوڪان ۾ اندر گھڙڻ لاءِ ڏاکو چڙهندي، ايترو نوڙي هئي، جو چولو ڳچيءَ وٽان ايترو وائڪو ٿي ويو هئس جو سندس جواني ظاهر پئي ٿي. دوڪان جي سيني شين تي سرسري نظر وجھي چيو هئائين،”تنهنجي دوڪان ۾ ڪا اهڙي شيءِ ناهي، جيڪا وڻجي“.

”پوءِ چڙهي چاجي لاءِ آئي اهين. انهيءَ دوڪان تي وڃي چڙھ، جتي مطلب جي شيءِ ملئي“.

”اهو تہ آهٌ، هلي ويندس، پر پگھر سڪائڻ جي بہ اجازت ناهي چا؟“

”اهو بہ انهيءَ دوڪان تي وڃي سڪاءِ، جتان سودو وٺين“.

”اسان جو اچڻ توهان کي ايڏو برو لڳو چا؟، جي برو لڳو هجي تہ معافي وٺون. باقي اسان بہ انسان آهيون. اسان کي بہ ساه اٿس، جانور تي بہ ماڻھو رحم ڪائي ٿو. تون اسان تي رحم نٿو ڪائين. مرد آهين، ڊڄين چو ٿو؟ مان ڪو توکي چڪ تہ ڪونہ ماريندس. سودو ڪٽي نہ ورتو تہ چا ٿيو؟ هر گراهڪ سودو نہ بہ وٺندو آهي“.

مان سندس ڳالهائڻ ۽ انداز مان ايترو سو سمجھي ويو هئم تہ سندس من اندر جي ديوي ۽ سندس ڪوڪلي پڃري جو پکي ڪھڙي ٻولي ٿو ٻولي. سو دل ۾ آيو تہ شڪار پاڻھي هلي آيو آهي، وڃائڻ نہ گھرجي .

”پوءِ ڀلا چا مرضي آهي، رڳو پگھر سڪائيندينءَ يا آرام بہ ڪرڻ جو شوق آهي. جي آرام ڪرين تہ دوڪان جي پرسان ٻيو بہ ڪمرو آهي. ان ۾ ڪٽ بسترو بہ آهي، پاڻي ۽ پکو بہ. هن اس ۾ ڪاٿي وڃي ڌڪا ڪائيندينءَ. ٿورو آرام ڪر. پوءِ اڳتي وڃ“. مون ساڻس سُر ملايو هئو.

”هتي ئي ڪونہ ٿو ويھڻ ڏين. باقي تون ايتري دل ڪٽي ٿو ٻڌي سگھين، جو پرواري ڪمري ۾ آرام ڪرڻ ڏين“.

”حڪم آ تنهنجو، تو مون کي اهڙو پاڙيو سمجھو آهي چا؟“.

”پوءِ هل“. اڪ پيجندي آچ ڪٽي هئائين. جڻ سندس گھر هئو.

”تون گھٽيءَ مان پوئين پاسي ڏانهن ڦري هلي دروازو کولي اندر ويھہ، مان سنت ئي اچانءِ ٿو“. مون پوئين ڪمري جي چاٻي ڏيندي چيو مانس. هيءَ چاٻي وٺي، مون کان اڳم هلي ڪمري ۾ ويني. مان ٿورو ترسي وڃھارڪو هئم تہ مٿان رئيس ڪرڙ خان اچي نڪاءُ ڪيو. دل ۾ چيم ”ڪنڌ تي ڪاتي پوئي، ماري چڏيئي“ پر ٻاهري دل رکي پڇيو مانس ”رئيس ڏينهن تتي نڪتا آهيو؟“

”يار شهر ۾ ٿورو ڪم هئو، ڪم لاهيندي لاهيندي ڏينهن چڙهي ويو، سو چيم تہ تو وٽ ڏينهن ناري پوءِ ٿو وڃان. تون ڀلي دوڪان تي ويھہ، مون کي ڪمري جي چاٻي ڏي تہ مان گھڙي سوا آرام ڪري وٺان“. رئيس ڪرڙ خان گلو کولي، پکي هينان پگھر سڪائيندي چيو. اوچتي سوال تي هڪ ٻڪو ٿي ويو هئم، پر سنت ٽل اچي وئي.

”رئيس ڪالھ هڪڙي دوست جو مهمان آيو هو، سو رات اتي ٽڪايو هئائينس. چاٻي اجا انهيءَ وٽ آهي. اسان وارو ڪمرو رڳو آهي، مهمانن جي ٻلي. ڪنهن کي انڪار ڪونہ ڪيون. هڪڙو وڃي تہ ٻيو ٿو اچي. سو توهان جيڪڏهن

گهڙي سوا دوڪان تي تڪليف ڪيو ته مان وجي چابي وٺي اچانس“.
”يار ته پوءِ بچا جيئني وارو ڪر ڀيو، سر ٿو وڃي. هن ظلم جي گرميءَ ۾. پر اڃجانءِ سگهو“. مان بهانو ڪري رئيس کي دوڪان جو مالڪ بنائي، گهٽي قري ڪمري ۾ آيو هئم.
اها رن چادري لاهي، سٽڻ گوڏن ڪان مٿي چڪي، چولو پيٽ تان هٽائي، پکي هينان نري رهي هئي. منهنجي پهچڻ سان چرڪي نه اٿي هئي. ائين جو ائين ستي پئي هئي. مان به سندس ساڳيءَ کٽ تي پير لڙڪائي وينو هئو. جو هن تنگ ورائي منهنجي جهوليءَ ۾ رکندي پڇيو هو ”پلا ٻاهريوند روازو بند آهي؟“.
”ها چڱيءَ طرح بند آهي“. مون ڪيس آٿت ڏيندي چيو هو. پوءِ اٿي مونسان ڪيچل ڪرن لڳي. مونکي کٽ تي ليٽائي پاڻ به پرسان ستي. منهنجا ڪن ڳاڙها، نڪ ٻاهه، جسم ڏکيو پئي. هوءَ بلڪل مون تي حاوي هئي. مان ڪپڙن لاهڻ لاءِ اتس پئي ته هن اٿڻ نه ڏنو هو.
ڪاڏي ٿو اٿين؟“
”ڪپڙا لاهڻ لاءِ.“
”چو؟ ڪا مان ائين آهيان چا. جو آرام ڪرڻ لاءِ ويهاري ۽ ڪپڙا ٿو لاهين؟“ هن شرارتي اکين سان نهاريندي پڇيو هئو.
”ڪهڙو آڙام ڪرڻ آئي آهين؟“ تعجب مان پڇيو هئومانس.
”هيڏي اچڻ کان اڳ۾، پئسن جو ڳالهاءِ“ هن چولو چؤگرد چاتيءَ تائين مٿي ڪندي چيو. مون کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته چوڻ چاتي چاهي.
”مان تڪڙ ۾ هئس ۽ هينئر به جلدي موٽڻو آهي. دوڪان تي به ماڻهو ويهاري آيو آهيان. جلدي ڪر، سر ٿو وڃي. پئسا توکي ملي ويندا. مان تڪڙي ۾ نه ڪٽي سگهيس. بس دير نه ڪر، ٻيءَ دنيا سان به منهن ڏيڻو آهي“.
”نه ائين نه ٿيندو، توهان دوکيباز آهيو. عورتن جي عصمت ذري ڪيو ٿا، انهن کي پورو اجورو نٿا ڏيو“ هن ڪڙڪيلي آواز ۾ مون کان وڏيڪ تڪڙ ڏيکاري هئي.
”مون زور ڪيو مانءِ ته چا اچ؟. پاڻ رضا خوشيءَ سان آئي آهين. ڪو مان توکي گهران ته وٺڻ ڪونه آيو هئس. ايترو اعتبار ڪري آئي هئينءَ ته هاٽي به ڪر. هروڀرو مون کي پاٽيءَ کان ڪڍي، ائين نه موٽاءِ مان جيڪڏهن دوڪان تي ويس ته وري موٽي نه سگهندس. جلدي ڪر، جذبات کي ڪجهه ڍرو ڪر. ٻئي جي مجبوريءَ مان فائدو نه وٺ“ خفا ٿيندي چيو هئو مانس.
”چا ائين ڪرڻ سان منهنجو مطلب پورو ٿيندو؟“
”ها تنهنجو ئي ته مطلب پورو ڪرڻ آيو آهيان. ٻيو مون کي وري ڪهڙيءَ ڪٽيءَ ڪنيو هئو، جو ڏينهن تتي جو ويهي پئي جوکي جهڙو ڪم ڪيم“.
”پوءِ ڪڍ، چوڏهن سو روپيا!“
”هان! چوڏهن سؤ سي به روپيا؟، ڪڏهن چوڏنهن روپيہ ڏنا اٿئي؟“
”ها توکي چوڏهن سو روپيا ڏيڻا پوندا نه ته مان شور ڪري، پوليس کي سڏيان ٿي“. هن مون کي وڏي آفيسر وانگر ڌمڪي ڏني هئي، پر مان پٽيوالي وانگر ڊنو ڪونه هئس ۽ چئي ڏنو هئو مانس،”جنهن پٺيين کي چوٹو اٿئي وڃي چئينس. نڪر، هينئر جو هينئر نڪر هتان، ته لڳئي نه جوتو، ڪميٽي رن. مون کي منهنجي جڳهه ۾ ٿي ڌمڪيون ڏين“. منهنجو ائين چوڻ ۽ هوءَ ٻاهه وانگر پڙڪي اٿي هئي. رن ته نه هئي پر راهو هئي. ڊوڙي اچي گلي کان جهلي ست ڏني هئائين، جو اک چنبي ۾ ڊبل سلائيءَ واري قميص بٽڻن سميت ڦاڙي بوشرٽ ڪري ڇڏي هئائين. هينان ڪانچ، مٿان بشرٽ ڏسي پاڻ کي اُلو محسوس ڪرڻ لڳس.
يڪدم ٻاهر نڪرڻ جي ڪئي هئم ته پنيان نئين بشرٽ کي جهلي اهڙي ست ڏنائين، جو ڪٽي گهٽ لاهي وڏي هئائين، پر سڄيءَ جان جو زور لڳائي، جان ڇڏائي هئم.
سهڪندو سهڪندو اچي دوڪان تي چڙهيو هئم. مون کي ڪتي وانگر سهندي ڏسي، رئيس ڪرڙ خان عجب مان پڇيو هئو، ”ڏي خبر! سهڪين پيو؟“ ”اچ ڏاڍي گرمي آهي“ ساهه منجهائيندي ڪيس جوا بڏنو هئم. ”اڙي هيءَ ڪميس (قميص) به اڏڙ لڳي پئي آهي. وري ٿو چئين ته گرمي آهي. جڻ گرميءَ سان مقابلو ڪري آيو آهين“. رئيس دڙڪي

سان وڏي واڪي پڇيو هو. “ها رئيس ائين ڪٿي سمجھ، گرميءَ سان مقابلو ڪري آيو آهيان”. اصل ڳالھ ڪي لڪائيندي جواب ڏنو هيو مانس.

“اڙي! نيٺ پوءِ بہ ڪجھ خبر تہ پوي” رئيس پنهنجائپ ڏيکاريندي پڇيو هو. تيتري ۾ هوءَ چٽيهي بہ پهچي وئي هئي. سامهون بيهي چوڻ لڳي هئي. “هلاءِ چوڏانهن سؤ روپيہ. تو منهنجي عزت لٽي آهي. ڪپڙا لاهي مون ڪي عريان ڪيو آهي. مون ڪي منهنجو حق ڏي نہ تہ مان ڪيس ٿي ڪريان”.

هن جي لفظن ٻڌڻ سان منهنجو هنيانءُ ئي لرزي ويو هو. عمر ۾ پهريون دفعو تہ ڪو پڪي جار ۾ ڦاٿو هئو، سو بہ باز ڪان بدتر. پر رئيس ڪرڙ خان انهن لفظن ٻڌڻ سان گهڻو ڪجھ سمجهي ويو هئو.

“اي مائي گهر ڪنهن جا پچا اٿئي. شريفن سان ڪٿي اچائي اٿئي. جڻ سپ هٿ واٽيا آهن. مونکي پڪ آهي، صوبيدار صاحب پنهنجو ماڻهو آهي، ان کي رڳو اطلاع سو ڪرڻو پوندو. باقي توکي اهي چوڏنهن سؤ روپيا سو سڄي رات ڳٽي ڏيندا. سڄي رات جڏهن ٿاڻي ۾ رهائيندئي تہ ڪجھ، خبر پئجي ويندءِ”. رئيس اهي لفظ چئي اٿيو،”مان ڏسان ٿو، صوبيدار صاحب کي، هن رن تہ روز ڪٿي مشڪري (مسخري) مچائي آهي. ڪالھ بہ ڪمونءَ ويچاري ڪان ٻارنهن سؤ روپيہ ڪڍي وئي آهي. جڻ سپ ٽلو مل جا ڪارخانا آهن، جوهيءَ جل پئي ٿي چري”.

ڪرڙ خان جو ايترو چوڻ، رن اک چنپ ۾ غائب ٿي وئي، شايد ٿاڻي جي سپاهين جي تعداد جي خبر هئس جو ٿهي وئي پڳي هئي.

ان ڏينهن تہ خدا منهنجي عزت بچائي هئي. پر اڄ هن غريب جي سر بازار ڏاڙهي پٽي ڪوڙجي، نہ ڪو داد آ، نہ ڪو فرياد آ. اهو لقاءُ ڏسي جنبش ۾ اچي ويس، زبان مان ڪري ويو،”ڪل ئي واهيات”.

“سائين سڄيءَ لسٽ ۾ ڪابہ چڱي شيءِ نہ هئي. سپ واهيات آهن”.

“ها سپئي واهيات لسٽ ۾ شمار!، ڄ جي! .... هان؟ .... ....؟!!” منهنجي مٿان هوٽل جو ٻيرو بينو هئو .

“اڙي! ادا پاٽي ڪٿي آ.” پڳهر اگهندي ۽ پنهنجي ڳالھ لڪائيندي ٻيري کي چيم.

“سائين جڳ پاٽيءَ جو پي ويا آهيو!، اجا پاٽي!! بيو ٻڌايو ڇا کپي؟” ٻيري نرم لهجي سان منهنجي ڳجھ جا پڙدا ڦاڙي ڇڏيا. “تو وٽ ڇا آهي؟”

“سائين هيڏي ساري لسٽ پڙهيم، پر توهان کي تہ سپ واهيات لڳيون. ان کان وڌيڪ مون وٽ ڪجھ بہ ڪونهي، جو توهان کي ڏيان” ٻيري صفائي پيش ڪئي. “يار معاف ڪجانءِ، منهنجو اصل ۾ سڄو خيال هئو ٻاهر، سو مون کي خبر ناهي تہ تو ڇا چيو، ۽ مان ڪهڙا جواب ڏئي وينو آهيان.” مون اصل حال کان واقف ڪيس .

“سائين! انهي کي ڇڏيو، روز ائين پيو ٿيندو آهي”.

“اڙي پوءِ نيٺ ڇا معاملو آهي؟”

“سائين ڇڏيو انهيءَ ڳالھ کي، مڙيئي آهي رنن جو پيٽ پريو. پوليس جو بہ هٿ اٿن، بس جيئن ٿو اچين تيئن ٿيون ڪن.”

“چڱو هڪ ايپل سدرا ڪٿي آ” ٻيرو بوتل ڪٽڻ ويو.

وري هڪ نظر مون ٻاهر نهاريو. انهن ٽنهي رنن جو ٽولو، ٻارن جي ولر ۽ مردن جي هجوم سميت ڏکڻ واري روڊ تي هليو ويو. ۽ ان مرد کي پوليس جي حوالي ڪيو ويو. مون کان رڙ نڪري وئي. “هائو ٻيلي رئيس ڪرڙ خان ملڪ ۾ ناهي.” رڙ تي منهنجي پر واريءَ ٽيبل تي وينلن ۾ ٺهڪڙو پئجي ويو ۽ منهنجو لڄ کان ڪنڌ هيٺ ٿي ويو.

# ١٠. بي شرم

بريف ڪيس هٿ ۾ ڪٽي، جڏهن نوابشاهه پليٽ فارم ۾ داخل ٿيس ته ان وقت شام جا پوڻا پنج ٿيا هئا ۽ تيزرو جي اچڻ ۾ پنج منٽ هئا. رش به غضب جي هئي. هرڪو افراتفريءَ ۾ مصروف هئو، سڀ ڪو ٿيلها ڏئي گاڏيءَ جي ڏيگهه آهر ريل جي پرسان قطار ۾ بيهڻ لاءِ پڇ پچان ۾. چو جو گاڏيءَ ۾ چڙهڻ وقت رش هئڻ جي ڪري، چڙهڻ به ڏکيو ٿي پوندو آهي. چڙهڻ ڪانپوءِ ويهڻ لاءِ جڳهه وٺڻ ته اڃا ڏکيو آهي .

چڙهڻ ڪان پوءِ ويهڻ لاءِ لڳهه نه ملندي آهي، اهو انهيءَ لاءِ نه جو اندر سيٽن تي تمام گهڻا ماڻهو هوندا آهن. سيٽن تي ويهڻ لاءِ ته جاءِ هوندي آهي، پر ويٺلن جي دل ۾، آيلن لاءِ ڪا جاءِ نه هوندي آهي. ڪنهن کان به جڳهه ٿلي لاءِ پڇبو ته جواب ملندو "پائي يہ گاڙا بڪ هي. اترو" ڪي ته موراڳو در ئي نه کوليندا. ڪي ته سيٽن خالي هوندي به خواه مخواه منهن بچڙو ڪيو وينا هوندا. جي پڇبن."پائي خالي آهي" ته جواب ئي نه ڏيندا جڻ اها ڳالهه يارن ڪي سمجهه ۾ ئي نه آئي. پر جي پل پلايو ڪا مهرباني ڪيئون ته رکو جواب ڏيندا. "پائي بنده هي، گيا هي ليٽرن وچ" پوءِ ته لانڍ نهي ويندي. جيڪڏهن هڪ ئي بوگيءَ ۾ ڏهه جايون خالي هونديون ته ڏهن لاءِ ئي جواب ملندو "گيا هي ليٽرن وچ" 'الائي جا ڏنو اٿن ليٽرن ۾؟ جو سيئي ليٽرن ۾ ويا آهن'. بيٺل سوچڻ تي مجبور ٿي ويندو.

هڪ دفعي ته عيد جو ٽائيم هجي. هن ساڳيئي پليٽ فارم تي غضب جي رش هئي. ٽرينون به الائي ڪٿان پئي پرجي آيون. هينئان ته ٺپ، پر ڇت تي به ماڻهو وينا هئا. اندرين دروازا ئي نه پئي کوليا. جن جي دل جو دروازو ئي بند، سي ٽرين جو دروازو ڪهڙو کولين. نتيجو اهو نڪتو، جو روهڙيءَ تائين وڃڻ وارا مسافر ڇتين تي سفر ڪري رهيا هئا. مون سان، منهنجو پوڙو پيءُ هيو. ان ڪري ڇت تي به نه پئي چڙهي سگهياسين. اندر چڙهڻ لاءِ دروازو ئي نه پئي ڪليو.

هر بوگي بڪ- ڪنهن تي لکيل هجي 'ريزروڊ فار لاهور' ته ڪنهن تي 'ريزروڊ فار پنڊي' ڪنهن تي ريزروڊ فار پشاور' ته ڪنهن تي 'ريزروڊ فار گجرانوالا'. الغرض ته ان ڪان اورتي ڪا ريزرويشن هجي ئي نه. اهي يار ته چڙهڻ ئي نه پيا ڏين.

ٽرينون آيون پئي ۽ ويون پئي. ٽرينن جا دروازا نه کلڻ جي ڪري نه ڪير لٿو پئي ۽ نه ڪنهن کي چڙهڻ جو موقعو مليو پئي. پلي ٿفارم ساڳيو ئي پريل هجي. عوامي ايڪسپريس آئي. ان تي به غضب جي رش. ماڻهو ڇتين تي وينا هئس. پير پائڻ جي به جاءِ نه هجي. ماڻهو چڙهڻ لاءِ پڇي پڇي ماندا ٿي پيا هئا. پر ڪنهن هڪ کي به پير پائڻ جي جاءِ نه ملي هئي ۽ ٽرين ائين ئي هلي وئي هئي. اسان ڇيو پوئين ٽرين ۾ جڳهه ملي ويندي.

ان جي پويان شاهين آئي. ان ۾ به اها ئي حالت. اوچتو هڪڙي بوگيءَ جو دروازو کليو، شايد ڪنهن جهرڪيءَ بجو ڏنس. ان مان به ٽي همراه لٿا. انهن جي لهڻ مان هينين فائدي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. هينين مان هڪڙو اڃا چڙهيو ئي پئي ته اندرين دروازو بند ڪرڻ شروع ڪيو. هينيان به ٽتا وينا هئا. هنن کولڻ تي چڙهڻ لاءِ متا مونا ڏنا. اندريان دروازو بند ڪرڻ تي.نتيجو اهو نڪتو جو دروازو انجيسن ڪان پٽجي ويو. باهريان، اندرين کي دروازي جي طاق سميت اندر ڪنيو ڪنيپون ويا. اڪ چنپ ڪان پوءِ دروازي جو طاق ماڻهن جي مٿن ڪان مٿان، باهر اچي پيو، پوءِ ته جيستائين ٽرين پليٽ فارم تي هئي، ماڻهو پئي چڙهيس. ٻن بوگين جي وچ ۾ پيل دروازي جو فائدو وٺندي سڄيءَ ٽرين ۾ پکڙجندا پئي ويا. اسان ڇيو رش هلڪي ٿي هوندي ٻيءَ ٽرين ۾ جاءِ ملي ويندي .

ان جي پنيان تيزرو آئي هئي، ان ۾ به اها ئي ڪار. ڪير دروازو ئي نه پيو کولي. اندريان به ڏاڍا پڪا لڳا وينا هئا. ٻئي ڏينهن عيد هجي. هرڪو ٻُت مان بيزار ته رڳو پير اٽڪائڻ جيجاءِ ملي ته عيد ٻچن ۾ ڪري. وڏي ڳالهه ته دريون به بند هيون. اتفاق سان هڪڙي دري کلي، ان مان هڪڙي همراه، ڪا شيءِ وٺڻ لاءِ ٻوٽ ڪڍيو. هينين مان هڪڙي همراه دريءَ کلڻ جو فائدو ورتو ۽ اندرين کي چيائين"پائي دروازا کولو" ته دريءَ واري ئي جواب ڏنس "جائو گاڙا بک هي" هينين مان هڪڙي تڙي چاڙهيس، "بک هي تو کيا هي، هم کو ڀي ٽکيٽ هي. همکو ڀي سفر ڪرنا هي. يہ گاڙيان صرف آپ ڪيلئي تو نهين هين". ان تي دريءَ واري يار گار ڏيندي چيس "جائو سادي زنانيان بينيان هِن" هن جو ائين چوڻ ۽ هينين مان هڪڙي وڃي ڳچيءَ ۾ ڳلتو هنيس. "اڙي اسان بي غيرت آهيون. اسان کي ننگ ناهن جو اسان سان ڏيگهه تو ڪرين". ڳچيءَ ۾ پاڪر اهڙو وڌائينس جو نڪرڻ جهڙو ئي نہ. هينيان به وينا هئا ٽتا.

انهن به مدد ۾ هيٺ لاهڻ لاءِ دريءَ واري کي چڪيو. هينيان ٻاهر چڪڻ تي، اندريان اندر چڪڻ تي، وچين همراهه جو ڪيڪرو پئي پيو. هينيان هٿا مچريل سو چڪي ويس ۽ اندرين به پوَ مان ڪٽي هٿ ڪڍيس، متان مري پئي- هيٺ به ماڻهن جا هشام هئا تن گار ڏيڻ جي بدلي ۾ 'تازي هيٺ آيل' کي ڏاڍي ٺڪ ٺڪ ڪئي. جنهن جو پاڪر هئس، تنهن پاڪ رکيندي به ٿي ٿڦڙون رکيس. "اڙي گاڏي پٺهين جي آهي. جو اسان نه چڙهون- دلا".

انهيءَ کي چڙائڻ لاءِ اندرين مان ڪو دل ئي نه پيو جهلي. نتيجي ۾ دروازو ته ڪوليائون. پر منٿو ايلاز به ڪرڻ لڳا. "پائي ساڍي بندي نون چوڙو. تسي ڪِني اچي لوگ. ڪِني رحمدل هو. اسين ساڍا ديس چوڙڪي اتي آندي هون. صرف اسلئي ڪِ تسي ساڍي تي مهربانيان ڪرندو هو. بس ساڍي بندي ڪئون اهو ئي هڪ غلطي هوئي هي. هڻ اسان دروازه پي کوليا هي ساڍي زنانيان دي واسطي، ساڍي بند نون چوڙو. اسين پي تئاڍي جهڙي 'مسلمان' هان".

پوءِ اڪ چنپ ۾ اڏ پليٽ فارم خالي ٿي ويو هئو. پر حالت اها هئي جو ماڻهو ڪِولِن وانگر الائي ڪٿان پئي آيا. اسان کي اڃا به جاءِ نه ملي. چيوسين بيءَ ٽرين ۾ ملي ويندي.

نيٺ آخر وڏي انتظار ڪانپوءِ هڪڙي پئسينجر ٽرين آئي، جيڪا روهڙيءَ تائين وڃڻي هئي. مسي مسي ان ۾ ويهڻ جي جاءِ ملي، تنهن به هٺي اڌ رات ڪري ڇڏي .

انهن ئي ويسورن ۾ ٻڌل هئم، جو هڪڙي قليءَ ڪنهن پئسينجر کي پئي ٻڌايو ته "گهٽو ڪري ڊائننگ ڪار هتي بيهندي" 'ڊائننگ ڪار' جو لفظ ٻڌي مونکي ياد آيو ته، ڊائننگ ڪار ۾ ويهڻ نه ته ڪم از ڪم بيهڻ جي جاءِ ضرور ملندي آهي. سو مان به انهيءَ جڳهه وٽ اچي بيهي رهيم.

گاڏي پنجن، ڏهن منٽن جي بجاءِ پوري پنجين بجي آئي. ڊائننگ ڪار بلڪل منهنجي سامهون بيٺي. جنهن مان اَٺ ڏهه ماڻهو لٿا. مان چڙهيم ته دروازي جي پرواريءَ ٽيبل تي پهرين ڪرسي ئي خالي هئي، جنهن تي بيگ رکي جاءِ ولاريم.

ساڳيءَ ٽيبل تي درين وارن پاسن ڪان به سوٽيل بوٽيل پنجابي ويٺا هئا. جن کي تمام گهٽو سامان هئو، جنهن مان ڪجهه ٽيبل تي رکيل هئو ۽ ڪجهه هيٺ هئو به ٽي سوٽ ڪيس، ٽي چار ڪمبل، ڪن ڪوڪن ۾ جوسر بليڊر ته ڪن ۾ واٽر سيٽ. ٽيبل تي هڪ بهترين ٽيپ رڪارڊر رکيل. ٽين ڪرسيءَ تي ڪو لوڪل ماڻهو هئو ۽ چوٿين مون والاري هئي.

سيٽي وڳي ۽ گاڏي هلڻ شروع ٿي. ٽيپ رڪارڊر بند هئو. پر جڏهن گاڏي هلي ته ان کي چالو ڪيو ويو ۽ ڌيمي ڌيمي موسيقي سڄي ڪمپارٽمينٽ کي مست ڪري ڇڏيو.

سڄي ڪمپارٽمينٽ ۾ صرف هڪ ئي ماڻهو هئو، جيڪو هڪ خالي ڪرسي؟ءَ جي مٿان ويٺو هئو، نه ته هر ڪنهن کي ويهڻ جي جاءِ ملي وئي هئي. ويٺل همراه خالي ڪرسيءَ تي نور واري نگهه وجهي ويٺو هو. ان خالي ڪرسيءَ تي هڪ رومال، گولڊ ليف جو پاڪيٽ ۽ ماچيس رکيل هو.

ويٺل همراه جي حالت رحم جوڳي هئي. ڪالر ڪنڌ ڪان هيٺ لٿل، پائنچا ٽڪين ڪان مٿي، چڻ ور لڳل، ٻانهن جا ڪف ڪليل، هن جومنهن واڳونءَ جي وات وانگر ڏرو ڏئي ويل. ميري شال ڪلهي تي، بوٽ تي مٿي چڙهيل-منهن اَڻ ڌوتل- هٿ ۾ ميري ڪپڙي جي ڳوٿري، ڪاغذن سان پريل ڪرسيءَ جي مٿان اڪيون پيو مِرڪائي ۽ پر ۾ وينلن ڏي رحم طلب نگاهه سان نهاري ته من رحم ڪائي عذر سان ويهڻ جو اشرو ڪن. "ويهه ادا، جنهن ماڻهوءَ لاءِ سيٽ رکي هئيسين، سو شايد تڪڙ ۾ ٻئي ڪنهن گاڏي ۾ چڙهيو آهي. پر اهي يار ته پنهنجيءَ ڌن ۾ مگن هئا، ۽ هن ڏانهن ڪنڌ ڪٽي به نه پئي ڏنائون.

مون کي هن جي حالت تي رحم آيو. دل ۾ آيو "ويچارو سڄي بوگيءَ ۾ اڪيلو ئي آهي، جيڪو ويٺو آهي، جيڪر سڌ ڪري پرسان ويهاريانس". پري ويٺو هئو، ان ڪري ائين نه پئي ڪري سگهيم. ايتري ۾ هڪ سوٽيل بوٽيل، پنيان بشرت ناهيندو اچي خاليءَ ڪرسيءَ تان سامان ڪٽي وينو. شايد ليٽرن ۾ ويو هئو.

هيءُ ويٺل همراه سوٽيل بوٽيل همراه جي اچڻ ڪري پيلو ٻوٽ ڪري اچي گيٽ جي پرسان منهنجي ڪرسيءَ جي مٿان بيٺو. مونکي وري ڪهل آئي. "هُتان بيعزتو ٿي موٽيو آهي، سو هن کي ويهڻ لاءِ ضرور جاءِ ڏجي. مون کي ڪلاڪ جو ته سفر آهي. ان ڪانپوءِ مان پريا روڊ ۾ لهي ويندس. گڏ ويهڻ سان مونکي ڪا ايڏي تڪليف ته نه ايندي، جيتري هو بيهڻ جي ڪري پوڳيندو".

هن کي ويهڻ لاءِ زور پريم. وڏي اصرار کانپوءِ نتائيندي نتائيندي وينو. وينو چا نظر ٽيبل تي رکيل ٽيپ رڪارڊر ۾ هئس. ڪرسيءَ تي پاسو هٽندي. ٽيپ ڏانهن اشارو ڪري رڙ ڪيائين، جيئن ننڍا ٻار ميلي ۾ ڪا نئين شيءِ (جيڪا ڪنهن پاڙيواري ٻار کي اڳ۾ ڏني هوندن) ڏسندي ئي رڙ ڪندا آهن 'بابا، اها شيءِ وٺي ڏي.
بلڪل تيئن هن همراهه آڱر جي اشاري سان رڙ ڪندي وينل پنجابين کان چرڪ ڀرائي پڇيو "يائي يہ ٽيپ تمهاري هي؟" هن جي ائين ڪرڻ تي مون کي ڏاڍي بچان لڳي. 'هنن جي آهي يا ٻئي ڪنهن جي آهي. هن جو چا ٿو وڃي. وري ٻي ڳالهہ تہ ويهاريومانس. مان، شڪريو تہ ڪونہ ادا ڪيائين پر الٽو منهنجي بدران ڪچهري بہ انهن سان ٿو شروع ڪري. خير اڳيان بہ پنجابي ئا. تن شرارتي نظر ۾ نموني واري ڏيک سان هن کي طنز هٽندي جواب ڏنو.
"هان يئي، يہ هماري هي، چوري کي نهين هي، هم نٽ دوبئي سي خريدي هي؟" انهيءَ جواب تي مونکي ڪل آئي، چو جو انهيءَ سوال جو اهو ئي جواب هئڻ گهربو هئو، هيءُ همراه بہ اهڙو بچڙو ٿيو جو ٻوٽ ئي لهي ويس.
وري چڙٻ ڏيندي هن پٽڪيو، "يائي مين پوچتا هون تہ تم ني گهٽي ۾ خريد ڪئي هي؟". پنجابين کي ڪجهہ شڪ پيو تہ شايد جاسوس آهي، چو جو اڄڪلهہ جي جاسوسن جا بہ هن جهڙا ئي حليا هوندا آهن. پر هن کي وري بہ ساڳئي نموني جواب ڏنائون "آپ ڪو شڪ هي ڪيا ڪہ يہ هماري نهيٺهي، يہ تو هم نہ سولہ سو روپئي ۾ دوبئي سي خريدي هي".
"يہ تو اڌر ايڪ هزار روپئي ۾ ملندي هوندي؟ هم ني يي ماڻهن سي پوچا هي".
هيءُ يار تہ سڪيءَ نڙيءَ کي ڳيت ڏئي، مري جهري سوال پڇي ويو، پر سندس ٻولي، جنهن تي تہ مون کي بہ کل پئي آئي، سان پنجابين لاءِ امتحان ٿي وئي. تن پر واري چوٿين ڪرسيءَ واري ماڻهوءَ کان پڇيو، جيڪو پاڻ هن جي ٻوليءَ تي ڏند ٽيڙيو وينو هئو- تنهن هنن کي سنئون ڪري ٻڌايو، انهيءَ تي پنجابين مان هڪ هن کي جواب ڏنو، "يائي هوگي، مگر اس ڪي يي ڪمپنيان هين. يہ تو نئشنل ڪي هي".
"هان، هان يئي، مين يي تو نئشنل ڪي ڳالهہ تو ڪرتا هون". هن يار سهڪندي جواب ڏنو.
مونکي جک اچڻ لڳا. دل ۾ آيو "چڱو اٿ جي پٽ مان ڦاٽس. مون جاءِ ڏني مانس تہ بيهڻ کان بچي. ۽ پاڻ ۾ ڪجهہ ڳالهائي دل جو بار هلڪو ڪيون. پر انهيءَ لاءِ تہ نہ ڏني مانس جو پرسان ويهي ڏاڍيان ڳالهائي ڪن ڪائي ۽ مٿي ۾ سور وجهي. جڻ سر تي ڏائڻ ٿي وينو آهي".
ايتري ۾ هڪڙو فقير پندو پندو اچي هن جي مٿان بيٺو،"بابا، فقير کي الله جي نالي تي ڪا خيرات ملي". هن همراهہ کي گفتگوءَ ۾ جڻ اچي گرميءَ ورايو هجي، سو سهڪندي، فقير کي هٿ سان ٺيلهو ڏيندي چيائين،"يائي پري هٽو، خواه مخواه مٿي ۾ سور ڪيون وجهتي هو".
مونکي هن جو اهو ڪرتوت نازيبا لڳو ۽ ڪجهہ ڏک بہ ٿيو. دل ۾ خيال آيو تہ پنيءَ کي ٺپڪي ڏئي چوانس "برائي مهرباني اٿ، توکي تہ ڪنهن غريب جو ڪو احساس ئي ڪونهي، هن غريب تنهنجو چا بگاڙيو هئو، جو هن کي چڙٻي لوڏين ٿو." پر وري يڪدم دل ۾ خيال آيو "جي مان هن سان اهڙو ورتاءُ ڪيان، تہ پوءِ مون ۾ ۽ هن ڪميڻي انسان ۾ ڪهڙو فرق ٿيو." سُن ڦڪي ويهي رهيم.
ايتري ۾ ٽي ٽي آيو. ؟ٽڪيٽون ڏسندو جڏهن پنجابين وٽ آيو، تڏهن ڪين چيائين،"يائي آپ ني تو رزرويشن ڪروائي ٿي. يہ ڊائننگ ڪار هي. يہ تو رات  ڪو هم بند ڪرتي هين."
"بڪنگ نہ هوسڪي- اسلئي يهان آگئي هين. اب رات ڪو ديڪا جائيگا." پنجابين جواب ڏنس.
"نهين يہ ڪمپارٽمنٽ هم خانپور ۾ بند ڪر ديتي هين. اس سي پهلي آپ ڪسي اور ڪمپارٽمنٽ ۾ چلي جائين آپ ڪو ڪهان جانا هي." ٽي ٽيءَ پڇيو .
"هم ڪو تو جانا هٽ جهنگ، هم لاهور ۾ اترين گي. خان پور ۾ هم بوگي بدل لين گي." پنجابين وراڻيو .
انهن يارن جو بحث تہ اجا بہ لمبو هئو. پر هن مونسان وينل همراهہ ان جي ڊگهائي تي وڏا جک پئي هنيا. اهو ٽي ٽي هئو تڏهن رخنو برداشت ڪيائين، جي ٻيو ڪو هجي ها تہ نپ ماريس ها.
وڏي رڙ ڪيائين جو اوڙو پاڙو بہ ننڊ مان اٿي پوي ۽ آڱر جي اشاري سان پنجابيءَ جي ٻانهن ۾ ٻڌل گهڙيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، "يہ يائي، راڊو ڪي گهڙي هي نہ؟ تم ني ڪهان سي ورتي هي؟"
پنجابين بيزار ٿيندي، مون ڏانهن ڪرڙيءَ نظر سان ڏٺو، چو جو هن اُٺ جي پٽ کي مون ئي زور ڪري پرسان

ويهاريو هئو ۽ جواب ڏنائونس "يائي يہ سيڪو فائيو هي، هم دبئي ۾ ايڪ فيڪٽري ۾ ڪام ڪرتي هين. اور وهان رهتي هين هم ني يہ وهان سي خريدي هي."
هن همراه کي جيڪا ڪپڙي جي ڳوٿري، تنهن مان ڪجهہ ڪاغذ ڪڍندي چيائين،"يائي هم وهان وجيگا، حج ڪرني کيلئي، اور يہ سب چيزين خريد ڪريگا، اسلئي هم تم ست پوچتا هي، تو هماريڪو سمجهائو، هان يہ ديکو، يہ حج کي پاسپورٽ مين پاسپورٽ بنواني گيا تا، همڪو يہ ڪاڳر پٽ اج ملي هين." يڪا چهہ ست پاسپورٽ ڪڍي پنجابين کي ڏيکاريائين.
مون کي تہ هينئر تمام ڏاڍي خار آئي. دل ۾ چيم، "اڃا، تنهنجو اصل صفا ڪارو منهن ٿي اهو هو تہ تون حج تي ٿو وڃين ۽ اهو پڇڻ ٿو چاهين تہ حج ڪٽڻ لاءِ ڪيئن منهن تي دانگي گهمايان ۽ توکي رستو ٻڌائجي تہ ڪيئن ڦاهو ڪاءُ. باقي هيءُ رڳو ٽاٽا ماٽا آڱوني لاءِ پئي ڪيئي."
دل ۾ آيو تہ ٿيلهو ڏئي اٿاريانس،"هيءُ پٽ حج ڪٽندو ۽ حاجي چوائي سڄي دنيا مٿي تي ڪٽندو، خدا ڪري تہ اُٺ جو پٽ منهنجي پرسان اٿي، باقي اهو ڪوٽ وڃي پلي ڪٽي."
دل ۾ آيو تہ جنهن مان ايترو ڦاٽو آهيان، پاسپورٽ تہ وٺي ڏسانس تہ آهي ڪٿان جو. مون وٺڻ خاطر هٿ وڌايو تہ اُٺ جي پٽ هٿ ئي نہ وجهڻ ڏنو ۽ ڇڙب ڏيندي چيائين،"ادا، تون ڇڏ، تنهنجي ڪم جا نہ آهن." انهن لفظن سان جڻ باهہ تي پيٽرول وڌائين، ڏاڍي ڪاوڙ آئي پر زهر جو ڍڪ پي ويم. هٽ جي وڏيءَ جو ويچ نہ طبيب. هڪڙي زوريءَ ويهاري پوءِ وري اٿاريو تہ بہ سڄي دنيا ٽڪون هٽندي .
پنجابين ڪاغذن ڏسندي ئي هن کي ٻڌايو،"يائي يہ گهڙي پاڪستان ڪي پينتاليهہ سو ڪا جاتي هي. باقي اس ڪي يي قسم هين. ڪوئي چوبيس سو ۾ تو ڪوئي پينتيس سو ۾ يي ملتي هين."
سپ ڪاغذ پٽ مٿاڇري نظر سان ڏسي هن همراهہ کي موٽائي ڏنائون. جيڪي هن ور يڪپڙي جي ڳوٿريءَ ۾ وڌا ۽ ڳوٿريءَ جي اڳٺ سان ڳوٿريءَ جو منهن بند ڪري ڇڏيو.
ان وقت گاڏي پڊ عيدن اسٽيشن تان گذري رهي هئي تہ هن تاهہ ڏياريندڙ ۽چرڪائيندڙ نموني پوري ٻانهن اشاري طور ڊگهي ڪندي پنجابين کان سوال پڇيو،"يہ قلم ڪتني ۾ ملتا هي، يہ پارڪر هي نہ؟" هن جي انهيءَ دانهن تي مان چڪر ڪائي ويس. دل ۾ آيو "هڻ پيٽسان، چڳو سڪٽو آهي، اجا بہ سوال نتا ڪٽنس، چپ بہ ڪندو يا ڪنيو اٿس ڪلن. يا موراڳو موڳي اٿارڻ جي مرضي اٿس."
پنجابين هن کي ورندي ڏني "يہ پارڪر نهين هي مگر شيفر هي." انهن پين جو نالو شيفر ورتو يا ٻيو ڪو مونکي پڪ ناهي. چو و هن جي چميگوئين اڇي منهنجي ذهن ۾ وڳوڙ پيدا ڪيو هئو ۽ مضمون اهڙو ڇيڙيو هئائين جنهن سان منهنجي ڪابہ دلچسپي ڪانہ هئي. پنجابين اڳتي تشريح ڪئي. "يہ ديڙهہ سو ڪا هي، مگر اس کي يي ڪوالٽيان هين، يہ ڪم سي ڪم سو ۾ يي ملتا هي، زياده سي زياده پانچ هزار ۾ يي ." هڪ بہ سوال پڇيائين ايتو. پريا روڊ هاٽي ويجهو هئي. مون دل ۾ چيو "شڪر آهي مطلب پورو ٿيس نہ تہ هيءُ بلا تہ ٽر يئي نہ هان."
بہ چار منٽ ناپر جا گذريا. پريا روڊ اسٽيشن تي تيزرو بيني، جيڪا نوابشاهہ کان سڌي اتي ئي بيهندي آهي. مون بيگ ڪٽي ٽيبل تي رکي اٿڻ لڳس. ٻيا ماٺهو بہ لهڻ لڳا.
هن همراه کي بہ شايد لهڻو هئو جو هٿ اڳتي وڌائيندي پنجابين کي چيائين،"چڱو يائي هم هلتا هي، همارا ڳوٺ آگيا هي، مهرباني آپڪي." هن ٻولي ئي اهڙي ڳالهائي هئي يا پنجابي پنهنجيءَ ڏن ۾ هئا، سو هن کي هٽ نہ ڏنائون .

مان بہ تہ ٽيبل تي سڌي جهليل بيگ ۾ هٽ وجهيو، هن جو لقاءُ ڏسي رهيو هئس. جڏهن پنجابين هٽ نہ ڏنس ۽ مونکي پاڻ ڏانهن تڪيندو ڏنائين تہ ڏاڍو ڪکو وکو ٿيو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري ڏاڪا لهڻ لڳو. مان هن جي پٺيان لهڻ لڳس پر هن جي ڪردار تي کل بہ آئي تہ خار بہ، زبان مان آهستي ۽ شوخيءَ سان نڪري ويو 'بي شرم' ايتري ۾ هو بس پڪڙڻ لاءِ ڊڪندو منهنجي نظرن کان اوجهل ٿي ٿي ويو.

# ١١. پگھر جو حشر

جنھن وقت بہ گھر ۾ گھڙان، گھوڙا گھوڙا! لڳي پئي آھي، ساھ بند ڪري جلد ئي ٻاھر نڪري ٿو اچان. ادا ڇا ڪيان گھر ۾ ڏھ ڀاتي، ست نياٽيوڻ، تن مان بہ بہ اٽاريم باقي پنج، ٽي پٽ، ٻاڻ بہ سر. آءٌ پوڙھو قبر لائق. وڏو پٽ سو بہ اجا مئٽرڪ ۾ مس پھتو آھي. ھجي ھان پھريتو تہ ھينئر نوڪري ڪري ڪمائي ھان. ٻانھن بہ ونڊائيم ھا. وڏين ٻن ڏين جو تہ بار لاٿو اٿم. اھي پنھنجن ٻچن سان خوش آھن. باقي ٻين ٽن جي بار لاھڻ جو بہ اونو اٿ. اٽارٽيون تہ پنجئي اٿم. پر بہ ننڍيون آھن. پر حالت کھڙي ٿو پڇين يار! پئسي پئسي ڪي سڀ مستي آھي. پندرنھن سؤ روپيا پگھار اٿم. جي پي فنڊ وغيره ڪٽائي صافي چوڏنھن يا سوا چوڏنھن سؤ ٿا ملن. ھھڙي ظلم جي مھانگي ملڪ ۾ ڪاڏي ڪري ڪاڏي ڪيان. جي ڏيان ٿو قرضين کي تہ ٻڪ ٿو مران، جي ڪائون ٿا پيٽ ۾ تہ قرضي ٿا ٻڪيون پٽن. جيڏانھن تيڏانھن ويل. زندگي تيل ٿي وئي آھي. اسان تہ ٻين لاءِ زندگي وقف ڪري ويناسين، پر پنھنجي حالت تي ڪڏھن نظر نہ ڪئيسين. ھينئر حالت اھا آھي جو ڪانچ ٿو ونان تہ قميص ٿي ڦاٽي، جي قميص ٿو ونان تہ ڪانچ ٿي ڦاٽي، جي ٻئي ٿو ونان تہ ھنيانءُ ٿو ڦاٽي.

"سڄي عمر ماستر ٿي رھيس. جن کي پڙھايوسين سي بہ وڏي وڃي ڊپٽي ۽ ڊي سي ٿيا. اسان جو حال اھو آھي جو پنجويھ ھزار روپيہ قرض لڳو پيو آ. ھاٽي ٿو چوان جي رٽائر ڪندس تہ جيڪي پئس ملندا تن سان قرض تہ لھي ويندو، پر پوئتي ڇا بچندو؟ اھو ڪيترا ڏينھن ڪائيندس؟ اسان وٽ تہ ڏينھن بہ ڪونہ رھندو. ڇو جو اسان کي ھيل تائين سولي ۾ سولو ڪم صرف پئسو ڪپائڻ ئي لڳو آھي. ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو ڪم ئي سولو نہ لڳو آھي. ۽ جي جلدي رٽائرمينٽ ڪيم تہ پئسا بہ جلدي ڪپي ويندا. ۽ ھاڻ تہ ڏسو ٿا پيا جيڪي بہ آفيسر رٽائرمينٽ پيا ڪن، تن کي پئسا ملن ئي ايترا ٿا، جو ھڪڙي ھٽ ڏنا تہ ٻئي نہ. پئسن نہ ھئڻ جي ڪري اونائون ڪري ٿا مرن. ڀلا جن سڄي عمر رڳو پئسن ڪپائڻ ۾ گذاري، تن کي جي پئسو نہ ملي تہ اونائون نہ ڪندا تہ ٻيو ڇا ڪندا؟. ماٺھن کي اھا اجائي شڪايت ھوندي آھي تہ 'سائين جيڪي رٽائر ڪن، انھن لاءِ ھڪ لوھي ڪوٽ نھيل ھجي. جيئن رٽائر ڪندا وڃن، تيئن انھيءَ ۾ واڙيندو وڃجين، نہ تہ ڪائي مارينڊا.' ھا، اھو اسان ماسترن لاءِ تہ نيڪ آھي، تہ پيا لوھ سان مٿو ھڻون. پر انھن ڪامورن جي آڏو اھي ڪوٽ ڪاتي ٿا ڏڪ جھلين، جن جي پيٽن ۾ ڊپارٽمينٽن جون ڊپارٽمينٽون آھن. لٽي ڪانپوءِ جڏھن اھو پئسو نہ ملندن تہ ڇتا ٿي پوندا. انھن لاءِ سويل سنجھا ھڪڙو وڏو لوھي نيئر ٺاھي تيار ڪري رکجي. جيئن ئي لھندا وڃن، تيئن ٻڌ ڪجين. نہ تہ ٻچا بہ ڪائي مارينڊا.'

"وري اسان تعليم ڪاتي وارن جي ٻاھر حالت ٺڪي جي بہ نہ، جو ڪنھن کي ڪٽي چئون تہ ڪو اسان جو ڪم ڪري. اڄھو ھيءُ سائيل رڪيل شاھ جي حالت ڏسو. چار سال ٿيا اٿس لٽي. اڃا پينشن ڪانہ ٿي ملي. روز اي-جيءَ جي دفتر ڏانھن لڪ پڙھ ۽ اچ وڃ لڳي پئي اٿس. تہ بہ ڪجھ فرق نہ ٿيو آھي. ھا ٻي ڳالھ تہ ٻاھر نہ اسان جو قدر نہ ئي عزت. اڄھو انھيءَ ڏينھن سائين غلام مصطفیٰ شاھ صاحب تقرير ۾ ٻڌايو تہ 'مونکي اسلام آباد وڃڻو ھئو. منھنجي لاءِ سليپر ۾ ڪئبن بڪ ٿيل ھئي. ٻين سيٽن تي سامان رکي، ھڪڙي تي سمھي پيم. جڏھن گاڏي ھلي تہ ھڪڙيءَ اسٽيشن تان پنج ڇھ پناڻ چڙھيا. ٻئي ھنڌ جاءِ نہ ملين سو مون واري ڪئبن جي در وٽ اچي بيٺا. منھنجو اتفاق سان دروازو کليل ھئو. اڪيلو ڏسي ويھڻ لاءِ ليليڙايائون. "صاحب جي ھم کو نيچي بيٺني ڪا جگھ دوگي؟ ھم نيچي بيٺني گا. آپڪو تنگ نھين ڪريگا." مون ھن کي ھيٺ ويھڻ جي اجازت ڏني. پنھنجا بيلچا ۽ بگچا فرس تي رکي انھن جي مٿان ويھي رھيا. گاڏي اڳتي ھلي تہ ٻاڻ ۾ پڻ پڻ ختم ڪري، سگريٽن جا ڪچ ھٽندي، مون کان سوال ڪيائون.

"صاحب جي آپ ڪھان جا رھي ھين."

"اسلام آباد."

"ھان تو ڦر صاحب جي آپ اڌر ڪيون جا رھي ھين؟"

"اتي ميٽنگ آ."

"ميٽنگ پر جا رھي ھين؟ تو ڦر آپ صاحب جي ڪيا ھين؟"

"وي.سي ھون."

“هان صاحب تو وي.سي ڪيا هوتا هي؟”
“وائيس چانسلر.”
“صاحب جي تو ڦر يہ واسو چانسلر ڪيا هوتا هي؟”
“بڙا افسر هوتا هي.”
“ڪائي ڪا بڙا افسر هوتا هي؟ صاحب جي آپ شايد ناراض هو رهي هي.”
“يہ يونيورسٽيون ڪي اوپر هوتا هي.”
“تو ڦر صاحب يہ يونيورسٽي ڪي اهوتا هي؟”
“جهان لڙڪي تعليم ليتي هين.”
“خبر اٿئي تہ پوءِ شاهہ صاحب سان چا ڪيائون؟ سندس ٽپڙ سيٽن تان لاهي، پاڻ سيٽن تي چڙهي ويهي رهيا ۽ چيائونس،
“صاحب جي آپ ني پهلي ڪيون نهين بتايا ڪہ آپ ماسٽر هين؟”
“ادا هيءُ آهي حالت اسان ماسترن جي. جي هاڻي تو رٽائر ڪيان تہ مونکي بڌاءِ تہ اسان کي ڪير ليکيندو؟”
استاد عبدالهاديءَ اڄ وڏي ڏک مان، منهنجي مٿان اها اندر جي باهہ ڪڍي. اها تقرير تہ ڪيس بلڪل بر زبان ياد آهي. جيئن انگريزيءَ جو گرامر ياد اٿس. فرق اهو آهي جو گرامر، هر ڪلاس جي شروعاتي ڏينهن ۾ پڙهي ٻڌائيندو آهي ۽ اها تقرير هر مهيني جي پهرين تاريخن ۾ جڏهن پگهارون ملنديون آهن، تڏهن ٻڌائيندو آهي .
مان بہ سندس هڙ اڻ ٻڌيون ڪري ڇڏيندو آهيان. نيٺ مان بہ تہ تعليم کاتي سان تعلق رکان ٿو. مان بہ چا ڪيان؟ آخرڪار هڪڙو ڪلارڪ ماڻهو ڪري بہ چا ٿو سگهي؟ پگهار ساڍا ڇهہ سؤ. سي پنهنجي پيٽ ۾ ڪاوان، پنهنجي ٻارن کي ڏيان؟ يا هنن ماسترن جي بلن پاس ڪرائڻ لاءِ ياڙن ڪراين تي خرچ ڪيان؟
جڏهن بہ ڪٿي ڊئريڪٽر صاحب جي وزٽ هوندي. هيڊ ماستر صاحب ايندو ۽ چوندو “ادا، حبيب! توهان هي ڪاغذ ڪني وڃي ڊي.اِي.او صاحب کان فلاڻي هنڌان صحيح ڪرائي اچو.”
“سائين پلا ڏهہ روپيا ڪرايو تہ ڏيو؟” گهر تہ ڇڻ ڏڪ وهائي ڪڍيسي. انهيءَ مهل تہ ڪٽي ڏئي بہ ويندو، ڇو جو ڪم ۾ سندس بہ لالچ هوندي آهي. پر جڏهن پهرين تاريخ ٿيندي تہ اچي مٿان بيهندو. ‘اهي ڏهہ روپيا تہ ڏيو’.”
“سائين چا جا؟” پڇبس تہ وراڻيندو،”ادا، اسان جا پئسا پلا جهٽ پٽ وسري ٿا وڃنو انهيءَ ڏينهن ڏهہ روپيا ورتوَ. جڏهن ڊي.اِي.او صاحب جي فلاڻي هنڌ وزٽ هئي. ۽ توهان ڪاغذ ڪٽي صحيح ڪرائڻ ويا هئوس.”
“سائين پوءِ ڪم بہ تہ توهان جو هئو. مان ڇو پريان؟”
اتي هيڊ ماستر صاحب ڪاوڙ مان چوندو،”ادا، اهي بہ اسان پريون چا؟ توهان جي ڊيوٽي باقي چا جي آهي؟”
آهي سيني سان ويل. اسان ۾ خوش تہ صرف هڪڙو ئي ماڻهو آهي. علو پٽيوالو. پگهار تہ ڪٽي پوٽا پنج سو اٿس. پر پڇيو مانس ڏي خبر علو! اڙي تنهنجو وقت ڪيئن ٿو گذري؟
“سائين خدا جا لک شڪر آهن. هيءَ پگهار آهي. تنهن ڪانسواءِ شام جو پڪوڙا ناهي وڪڻندو آهيان. نہ ۾ نہ تہ بہ چاليهارو ڪن روپين جو نهي پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ الله جي مهربانيءَ سان ڪيت چگڙي ٿئي تہ سؤ ڪن کي بہ ڏک لڳي ويندو آهي. نہ تہ اٺهين چاليهہ، پنجاهہ ويو ئي ڪاڏي ڪونهي.
ڏيهاڙي ايترا تہ ڪنهن انجنيئر يا ڊاڪٽر کي بہ پگهار ۾ ڪونہ ملندا هوندا. پوءِ جنهن کي ملن، اهو اسان مان خوش هوندو يا نہ ؟.
ها استاد عبدالهاديءَ ڊگهي تقرير پوري ڪئي تہ ان کي چيم،”سائين پگهار تہ ورتو، پر انهيءَ تي ڪجهہ خرچ بہ ٿيو آهي. بلن پاس ڪرائڻ وارا ٽي روپيا پر هيڊ جي حساب سان توهان کي ڪنهن بہ حالت ۾ ڏيڻا پوندا. پلا هاڻي اهي مان پنهنجي گهران تہ ڪونہ ڏيندم. منهنجي پگهار ساڍا ڇهہ سؤ، توهان سوا چوڏنهن سؤٽا ڪٽو. پوءِ بہ منهنجي اها حالت آهي جو ڪنهن کي دلاسو، ڪنهن کي دوکو ۽ ڪنهن کي ٻانهون ٻڌي ٿو جند ڇڏايان.”
“ادا ٽي روپيا تہ توکي ڏيان. پر هي جو، انور صاحب کي ويندي ويندي چيوسين تہ سومر کي چانهن لاءِ چئي، اهي پئسا ڪير ڏيندو. اهي ڏيوس تہ، هي ٽي روپيا ڏيانو.”
“اڙي سائين توهان ماسترن جي آرڊر تي چانهن اچي جو آهي انڌن جي خيرات. بسڙي ڪري وات ڏوئي ويهي رهو

۽ ٽن روپين کان موڪلايو.” انهن لفظن تي ڪسندي ڪسندي ٽي روپيا ڏنائين.
“سائين پلا اهڙا تنگيءَ ۾ ٿا گذاريو ته پوءِ ڪو سائيڊ بزنيس ڇو نه ٿا ڪريو.” پئسا وٺندي صلاح ڏني مانس.
“دا، هينئر ڪهڙو سائيڊ بزنيس ٿيندو اسان ڪان؟”
وڏو ساهه پريندي چيائين
“ڇو سائين ڪوڙ ڪم لڳا پيا آهن، دنيا ۾. ڇو نه ملندو ڪو ڪم؟”
“ادا! الائي ڪهڙو آهي ڪم، جيڪو دنيا ۾ اسان جي ڪرڻ لاءِ پيو آهي. مان ته ڏسان ٿو ته اسان جي شهر جي اها حالت آهي جوهتي ٽيوشن تي پڙهڻ وارو ڪو ٻار ئي نه ملندو، انهن جا مائٽ ئي راضي نه ٿيندا. هل پلا جي زور ڪري ڪنهن کي چئون به، ته ماٺهو ٺوڪون ڪري ماري ڇڏيندا. ‘ادا، ماستر ڪلاسن ۾ پڙهائين ڪونه، رڳو ٽيوشن تي زور. ٽيوشن به ڪهڙي ٿا ڏين، رڳو امتحان ۾ ڪاپي ڪرائي يا سفارش ڪرائي پاس ٿا ڪرائين. ۽ ٽيوشن جا پئسا رڳو مفت ۾ ڇٽي ٿا وڃن.’“
“سائين ٻيو ڪو ڌنڌو. رڳو ٽيوشن به ته ڌنڌو ڪونهي.”
“ادا ٽيوشن ڏيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪهڙو اسان ڪان سائيڊ بزنيس ٿيندو. هينئر اسان ڪان هَرُ وهندو؟ سڄي عمر ويٺي جا ڏوڪڙ کپاياسين. هڏ ئي ويهي ويا. ڪمائڻ وارا سنڌ ئي سڪي ويا. ڪير اسان کي زمين ڪاهڻ لاءِ ڏيندو؟ ماڻهو ئي ٺڪون هڻي ماري ڇڏيندس، ته ڪهڙي کي ٻني ڪاهڻ لاءِ ڏني اٿائين. انهيءَ ماستر مان ته هيءَ گهر جو سُڄَ ڪرائيندو.”
“سائين نيٺ پلا هيءُ زندگيءَ جو چرخو پوءِ ڪيئن هلندو؟”
“ڪيئن هلندو؟ بس ڏسين ٿو پيو جيئن هلي ٿو، تيئن ئي پيو هلندو.”
“حالت اکين سان ڏسو ٿا پيا. سُوٽيون پُوتيون پگهارون، نه اُوري نه پوري. پر جي ان جي برعڪس ٻين ڪاتن کي ڏسجي ٿو ته جڪ ٿا اچن. ڪيڏو نه پاڻ هتي تنگيءَ ۾ ٿا گذاريون. انهن جون پگهارون ڪني اسان جيترين آهن پر ٻيو متڪي به ايترو ڪمائي ٿا ونن جو پويان به پيا ڪائن. پوليس لائين ۾ ڏسو ائنٽي ڪرپشن ۾ ڏسو. واپڊا ۾ ڏسو. انڪم ٽئڪس ۾ ڏسو. ڪسٽم ۾ ڏسو. لئہ لڳي پئي آهي. اهڙا نهيا ٿا وتن جو توهان رڳو ڪسٽم ڪاتي جي پرونيٽو آفيسر- جنهن جو گريڊ ستون- جو گهر ڏسندئو ته هيران ٿي ويندئو. انهن جا گهر ته ناهن جڻ ڊپارٽمينٽل اسٽور آهن. ستين گريڊ جي آفيسر جي گهر جي اها حالت آهي، ته پوءِ توهان اڃان مٿين آفيسرن جي گهر جو اندازو لڳائي سگهندا هوندئو. مان ٿو چوان ته بدقسمتيءَ سان عمر چڙهي وئي آهي. نه ته هتان استعفىٰ ڏئي، پڇي ڪنهن اهڙي ڪاتي ۾ وڃجي.”
“اڙي يا ڪيڏو نه بيوقوف آهين. اهي نوڪريون پلا سٽريون ٿيون ملن. توکي اها ڪلارڪي به شڪر ڪر ملي اٿئي. ميان تون رڳو انهن نوڪريون جا نٽ نانگر ڏسي ٿو ڪڏين. پر نوڪريءَ لاءِ ڪڏهن اپلاءِ ڪري ڏس. ڪيڏيءَ نه مٿا ڪس ڪان پوءِ به رزلٽ گهر، پئسن تي- لک لک، به به لک روپيا وٺي- نوڪري ٿا ڏين. آهي تو ۾ ايتري طاقت جو ايترا پئسا ڀري نوڪري وٺين. اڄڪلهه ته ميان اهڙو ڪو واءُ لڳو آهي، جو ليڪچراريءَ لاءِ به ڪميشن ۾ پاس ٿيڻ تي رشوت ٿي هلي. انڌير آهي. نه نه پري ڪونه ٿا وڃون، اتي ئي ويٺا آهيون. توکي اها ڪلارڪي ڪيئن ملي آهي؟”
“ها، بس” چوڪارو ڀري، جهڪيل ڪنڌ سان، مٿو ڪنهندي ٽئايو مانس.
“نه نيٺ پنهنجا پاڻ ۾ ويٺا آهيون.” استاد زور ڏنو. ڇو جو آفيس ۾ هئاسين ئي ٻئي اڪيلا. استاد جي به عادت آهي، پگهار انهيءَ مهل وٺڻ ايندو آهي، جيڏيءَ مهل ٻيا هڙئي هليا وڃن ۽ سنڌس کي به گهر وڃڻو هجي. اڪيلو ڏسي بحث ۾ ڪاهي پوندو. ماستر ماڻهو آ، جي ڪيانس ٿو ڪن لاٿار ته ڪندو دل ۾، تنهن ڪري وٽي نه وٽي مڙيئي ها ۾ ها ملائي بحث کي چالو رکڻو، جيستائين وڃي دماغ جاءِ ٿئيس .
“بس سائين! ‘سائين پورل شاهه’ ڪان ڊي.اِي.او صاحب کي سفارش ڪرائيسين، پوءِ به سائين پورل شاهه چار هزار روپيها بابي ڪان ورتا هئا ته سائين ڊي.اِي.او کي ڏنائين يا ورهائي کاڌائون خدا کي خبر. اسان کي مڙيئي نوڪري کپي، اسان جي انهيءَ سان ڇا ته پئسا ڪاڏي ويا.”
“ها ڏس آئين نه پير تي. هتي تنهنجي پگهار ٿوري آهي رشوت به ڪانه ملندي هوندئي. اهو ڇانهن جو ڪوپ اڌ ته هرڪو خوشامد ڪري پياريندو آهي. انهيءَ کي رشوت نه چئبو آهي. جيئن مٿي چڙهي رشوت ته ڏس. جيڪڏهن

رشوت ختم بہ ڪرڻ چاهجي نہ، تہ اهي وڏن بين وارا آفيسر ختم ٿي نہ ڪرڻ ڏيندا، جيئن وڏي پيٽ وارا صوبيدار ظلم ختم ڪرڻ نہ ڏيندا. ماڻهو ختم بہ ڪن، پر هي گهران بہ ڏئي ڏاڙا ڦرون ڪرائيندا ۽ پوءِ سڄي خلق کي ڪٺي ناڙ ڪري بيهر ڦري ڇڏي ڏيندن. پلا انهن ۾ بہ ڪي حقي ڪي ناحقي. ڪي پرڻ جهڙا ڪي پوءِ اهي ڪتان آٽي ڏين پوليس وارن کي، نتيجو اهو نڪرندو تہ چوريون، ڦرون ۽ ڏاڙا. پلا هيئن ڪٽي ڏس. جيڪڏهن مهانگائي ختم ڪرڻ چاهجي تہ اهي وڏا واپاري، جيڪ مارڪيٽين جا مالڪ لڳا وينا آهن، اهي بند ٿيڻ نہ ڏيندا. ڪجي تہ آخر چا ڪجي؟. ڪهڙيءَ ڳالهہ کي روڪجي؟ ڪا رڪجڻ جي ئي ناهي؟" استاد لاءِ بحث کي وڌائڻ تہ ڏائي هٿ جو کيل آهي. وڏا ڏک ڪاڏل اٿس. الائي ڪهڙن ڪهڙن اسڪولن ۾، الائي ڪٿي ڪٿي رهيو آهي. سڄي سنڌ جو پاڻي پيو وينو آهي.

"نيٺ استاد، انهن ڪاتن ۽ ڏنڌن ۾ تہ مڙيئي ٻوڙ ماني ٿئي پيو تو انهن جي ڪا ڳٺتي ناهي. هينئر جيڪا ڳٺتي ڪرڻ گهرجي سا اها آهي تہ اسان تعليم ڪاتي وارن جو گذارو ڪيئن ٿئي؟" مڙيئي رينگٽ کي چالو رکڻ لاءِ الٽو سڌو سوال پڇو مانس.

"بلڪل آسان آهي. انهيءَ ۾ ڪهڙي فارسي آهي. انگريز جي دور ۾ ماستر خوش هئا. استادن جو قدر هئو. استاد محنتي هئا. جي ڪنهن چوڪري کي ڏک چنبو ڪندا هئا تہ مائٽ خوش ٿيندا هئا ۽ آفرين ڏيندا هئا تہ 'استاد جي مار، بار لاءِ سنوار اهي.' پر اڄڪلهہ الٽي گنگا ٿي وهي. چوري کي ليٽ اچڻ تي دڙڪو ڏئي تہ ٻئي ڏينهن چوري جا مائٽ وڙهڻ لاءِ پڳا تا اچن. 'اڙي ماستر پڙهائڻو اٿئي تہ پڙهاءِ. باقي چوڪري کي دڙڪو اسان ئي ڪونہ ڏيندا آهيون، سو تون ڪيئن ڏيندين. اسان بہ پرهيا آهيون. پڙهيلن جا ٻار آهن. اسان گهر ۾ پڙهايونس ٿا. ٽيوشن تي پڙهايونس. تون چا ٿو پڙهائين، جو چوڪري کي دٻائين ٿو. ياد رک آئينده جي چوڪري کي ڪو اکر چيو اٿئي تہ پوءِ تنهنجي عزت جا ذميوار اسان نہ هونداسين. پڙهي نہ پڙهي تنهنجو ڪو ذمو آهي چا؟'

ادا ٻڌاءِ پڙهائڻ تي دل چوندي؟. اسان بہ چونداسين، پڙهن نہ پڙهن ڊڍ جي ٽري ۾ وڃي پون." استاد عبدالهادي الائي ڪيڏانهن جو ڪيڏي ٽڙي ويو .

"انهن چورن جي ڳالهہ ڇڏيو. پڙهن نہ پڙهن وڃي ڏوڙ پائن. ڳڻ ڪيو تہ پوري ڪيئن پوي." اصل ڳالهہ ڏانهن توجهہ ڏياريو مانس .

"پڙهن ہ پڙهن ڏوڙ پائن؟!!! چئين چا ٿو؟ جيڪڏهن اڄ چورا نہ پڙهندا تہ پوءِ خبر اٿئي چا ٿيندو؟. اهو جيڪو امتحانن جي وقت ۾ اسڪول مڇي مارڪيٽ لڳا پيا هوندا آهن. پيپر ڪرڻ وارو هڪڙو، لڪرائڻ وارو ٻيو، ڪٽي اچڻ وارو ٽيون ۽ حل ڪرڻ وارو چوٿون، ۽ دراصل وچئين ڪئنڊيڊيٽ پنجون هوندو، جنهن کي اها بہ خبر نہ هوندي تہ اڄ چا جو پرچو آهي. اهي جڏهن هي نوڪريون ڪندا ۽ ڦاڙها مارينددا نہ! تہ ڏيهہ ڏسندو ۽ نري پوندو. مان ٿو چوان تہ استاد سڏريل تہ قوم سڏريل. استاد خراب تہ قوم جو طور ئي ڇٽ. جنهن کي نوڪري نٿي ملي، سو پڳو بيٺو آهي، پرائمري ماستري، مسجد جي پيش امامي يا سپاهيءَ جي نوڪريءَ لاءِ ۽ اهي ٿئي اهڙا ڏنڏا آهن. جن ۾ ملڪ جا چونڊيل۽معزز ماڻهو هئڻ گهرجن. پر هتي حالت اها آهي جو ناڪاره ناڪاره ماڻهو وڃي ماستر ٿيندا." ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو مانس،"سائين قطع ڪلام معاف، هڪڙو رڳو عرض تہ پلا جي اهي نوڪريون ڪير ڪندو ئي نہ تہ پوءِ ناڪاره ناڪاره نہ ڪندا تہ ٻيو ڪير ڪندو؟"

"توهان موزون پڳهارون ڏيو ڪيئن نٿا ماڻهو نوڪري ڪن. پرائمري ماستري سڄو ڏينهن ڪٽي واري پخي هني، تہ مهيني تي ڏيوس پنج يا ڇهہ سؤ. نہ اِڌر ڪا نہ اُڌر ڪا. انهيءَ ڪان تہ پاڻ وارو علو پٽيوالو خوش آهي. ڏس آهي اسڪول ۾. هيڊ ماستر اڄا اسڪول ۾ وينو آهي تہ وڃي ٿو پکوڙن جي ٿئي گرم ڪري. پرائمري ماستر ننڍ مان اٿڻ سان پوي پنڌ، لچ لچ ڪندو ڳوٺ ۾ ٿي چا رميل پنڌ جا سٽي جڏهن اسڪول پهچي تہ ڪيرو ٿي ڪري پئي. سڄو ڏينهن چورن ڪان زور ڏياري تہ اچي سامت ۾؟ وري واپسي ها. ڏينهن ٿتي جو واپس تہ انتو بہ نہ موٽي. ڏينهن ناري ڳوٺ موٽي تہ ٻارن جو رانياٽ ۽ راڙو سامهون. پڳهار وري اها جيڪا ڏسين ٿو. مون کي ٻڌاءِ سندس پنڌ ڪرڻ جيتري ڪيس پڳهار ملي ٿي؟ پوءِ اهي حال ڏسي، جوءِ رات جو موڇڙا نہ هٽندس تہ ماني پچائي ڪرائيندس؟ پڙهائيندو بہ انهيءَ افعالين نہ. وري اڄ اسان تي، اهو حشر تہ سامهون اٿئي. ڪهڙو بيان ڪيانءِ . اڪين سان ٿو روز ڏسين. توتي انصاف ڇڏيل آهي. ڇڏ اسان کي. ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي ليڪچرارن ۽ پروفيسرن کي ڏس. هفتي ۾ چار يا پنج ليڪچر پڙهائين. سو بہ هڪ ئي سبجيڪٽ، نہ مٿاماري نہ ڪا ذميواري چورا پڙهن نہ پڙهن. جي سڌرندا تہ

سندن؟، جي اڏرندا تہ ڏوهہ وري بہ پرائمري ٽيچرن ۽ هاءِ اسڪولن جي استادن لاءِ. اڙي ليڪچرار ڇا پڙهائيندا آهن؟. هڪڙو سبجيڪٽ، جيڪو سڄي عمر پڙهائي پڙهائي اهڙا نئود ٿي ويندا جو دنيا جهان جي خبر نہ پوندي اٽن تہ ڇوڪرا ٻيا ڪهڙا سبجيڪٽ پڙهندا آهن. پرائمري ماستر ۽ اسان اَڻ ڪتابن جا ٿا پڙهايون. هڪڙي ڏينهن ڪلاس ۾ تہ ويهي ڏس، جهار هڪلٽي آهي ڪن پڙهائٹو آهي؟ پوءِ پگهار اها ڇو؟. ڇا اسان انسان ناهيون؟ اسان کي پيٽ ناهي؟ اسانکي ٻار پالڻا ناهن؟ اسان کي عيش ڪرڻ جو حق ناهي؟. ليڪچرارن کي رهائش جي سهوليت الڳ، ڪنوينس جي سهوليت الڳ، طبي سهولت الڳ، پگهارون ٽن هزارن کان شروع ٿين. ڇوڪرن کان تحفا وغيره الڳ ملن. مونکي ٻڌاءِ پڙهائڻ جي لحاظ کان آهن لائق! انهيءَ جي؟ سدائين چوندا 'ابا پڙهو نہ پڙهو، اونڌا ٿي پئو. بائيڪاٽ ڪيو، هڙتالون ڪيو، جيلن ۾ پئو، جڏي وجيو تڏي وجي ڏوڙ پايو. اسان جي پگهار ڪڙي آهي.' ائين ڪٽي سمجہ تہ اهي جيڪي گوڙ گهمسان ٿين ٿا سي بہ ہ تي ڏينهن آرام ڪرڻ خاطر اهي ئي ڪرائيندا آهن. ڇورا بہ انهيءَ ۾ خوش تہ ہ ٿي ڏينهن وجي گهمون، امتحان ۾ ديڪا جائيگا. ليڪچرارن جي بہ ٻيگهي متي پئي آهي." استاد ڏاڍو تيز ٿي ويو. ڇڻ اهو ظلم مون ڪيو اٿمانس.

"سائين انهيءَ کي پلا روڪي بہ تہ نٿو سگهجي. توهان هرويرو انهن ڳالهين ۾ پنهنجي جان ڇو ٿا ڳاريو؟" تڏي ڪرڻ لاءِ التجا ڪئي مانس.

"روڪي نٿو سگهجي؟!!! ڪيئن ٿو چئين تہ روڪي نٿو سگهجي. مان ٿو چوان اهو بلڪل آسان آهي. توهان پرائمري ماستر چڱيءَ طرح چوندي ڪني. جيڪي ايم.اي ۽ ايم.ايڊ هجن. انهن جي سختيءَ سان سليڪشن ڪيو. ائين نہ ٿئي جو پنجين هزارين ۾ مستري پئي ملي. جاڙو خان ۽ جاڳڻ خان گهر کان رسن تہ پنجين هزارين ۾ ماستر- سختيءَ سان سليڪشن ڪيو. انهن جي پگهار ٽن هزارن کان شروع ڪيو.ڪنهن بهپرائمري ماستر کي پنهنجي ضلعي ۾ نوڪري نہ ڏيو. جيڪڏهن پنهنجي ضلعي ۾ ڏيوس تہ پوءِ موٽر سائيڪل الائونس بہ ڏيوس. سختيءَ سان انهن جي مٿان انسپيڪشن ٽيم رکو. انهن کي بہ چڱيون پگهارون هجن. ائين نہ ٿئي جو انسپيڪشن ئي ڳاڙهن بوڙن ڪاڻڻ لاءِ ماسترن کان ڏوڪڙن ڪيڻ لاءِ ڪندا وتن. هڪ تعلقي ۾ هڪ بيٽ عملدار هجي. سال جا ڇهہ مهينا ٻيو امتحان وٺي. ان کي گاڏي ۽ پيٽرول سرڪاري هجي. جيئن ڪنهن وڏيري جي پٽ کي سفارش تي پاس نہ ڪري. جيڪڏهن رزلٽ ڪنهن اسڪول جي سٺي ڏسي تہ استاد کي انعام ۽ شاگردن کي بہ انعام ڏئي. جيڪڏهن رزلٽ خراب هجي تہ استادکي هڪ دفعو ٽيسٽ ڪجيس، جيڪڏهن اڃا نہ سڌري تہ نوڪريءَ مان بہ سوير ساجهرو ڇٽي ڪرائجيس.

بيٽ آفيسر کي هڪ بيٽ تي وڌ ۾ وڌ ٻن سالن لاءِ رکيو وڃي. جيئن سفارشي پيدا نہ ٿي سگهنس. ڪنهن بہ بيٽ آفيسر کي پنهنجي ضلعي ۾ نہ رکيو وڃي نہ تہ 'نانيءَ ويڙهو' ٿا مچائي ڏين. ماسترن لاءِ- منهنجو مطلب پرائمري ۽ اسان سيڪنڊريءَ وارا ماستر آ- رهائش جو جوڳو انتظام هجي. جيئن هرڪو ٻار ٻچا ساڻ ڪري رهي سگهي. جيڪڏهن نوڪريءَ وارو هنڌ ٻارن رهائڻ جي لائق نہ هجي تہ بورچي رکيل هجي، جيڪو استاد جي خدمت ڪري .

انگريزي اسڪولن جي ماسترن جي پگهار بہ ائين اڍائن هزارن کان شروع ٿئي، نہ تہ حالت اها هوندي. ناني رڌڻ واري ڏوهتو ڪاڻڻ وارو. انهن لاءِ بہ اهڙا سختيءَ جا قانون هجن. ائين نہ جيئن هي پاڻ وارا نوان ڇوڪرا جيڪي هاڻي فزڪس ۽ ڪيمسٽري پڙهائڻ آيا آهن.هڪڙو ڊي.اي.او جو پٽ آهي تہ ٻيو پاٽيجو. اڇين پاڻ کي ڪونہ ٿو شاگردن کي ڇا پڙهائيندا؟ انهيءَ ڏينهن ٻنهي جي ڪلاسن ۾ گوڙ لڳو پيو هو ۽ هنن ٻنهي وراندي ۾ ڪچهري پئي ڪئي. هيڊ ماستر صاحب رائونڊ تي نڪتو تہ اها حالت ڏسي نصيحت پئي ڪيائين 'ابا، ڪلاسن ۾ گوڙ لڳو پيو هو ۽ هنن ٻنهي وراندي ۾ ڪچهري پئي ڪئي. هيڊ ماستر صاحب رائونڊ تي نڪتو تہ اها حالت ڏسي نصيحت پئي ڪيائين 'ابا، ڪلاسن ۾ گوڙ لڳو پيو آهي. ٻين کي ڊسٽرب ٿا ڪن. ٺورو ڪلاسن ۾ تہ ويهو' همراهہ برهم ٿي ويا. اُها رڳ اڃي وين ڊي.اي.او صاحب واري پٽ ورندي ڏنس، 'ها! اسڪول آهي يا قيد آهي، جو چار ئي پهر اسان ڪلاسن ۾ وينا هجون. اسان کي خبر آهي، تون ڇا تي ٿو ٿڏين.' هيڊ ماستر صاحب کي ورندي ئي اها ملي. اهو ڏينهن، اهو ڏيهاڙو ڪيائين هاٽي چوين ئي ڪجهہ نہ. ڇوي تہ ڪنهن کي ڇوي. هجي غريب تہ هٽي ٽُنبو بنائي ڇڏيس. ڏاڍي سان ڪير سينو ساهي. ڏاڍي تي چڙهيل ڪاوڙ بہ لهي وڃي .

باقي ليڪچرارن ۽ پروفيسرن جي پگهار پندرهن سؤ هجي.

"سائين پندرنهن سؤ؟!! پوءِ ڪير پڙهائيندو." وائڙو ٿي پڇو مانس .

“گھٽيئي مجاهد وينا آهن. ليڪچرار جي ٽوٽل پگھار پندرنهن سون جي اندر هجي ۽ ڪيس هر پيرڊ جا ٽيهه روپيا الائونس ملي. پوءِ ڏس ڪيئن نٽا سٽرن ۽ ڇوڪرن کي منٿون ڪري ويهاري پڙهائين. ائين وڏي مڇِي ڪري ويا آهن. پيردن جو ملهه ليڪچرار لاءِ ٽيهه روپيا. اسسٽنٽ پروفيسر لاءِ پنجيتاليهه، ايسوسيئيٽ پروفيسر سٺ ۽ پروفيسر پنجهتر روپيه هجي. ڪم ڪن ته انهن کي پئسا ملن نه. باقي پروفيسر صاحب ڪو هفتي ۾ ڪو پيرڊ اڌ پڙهائين ۽ پگھار سڄي جهان کان مٿي کڻن. مونکي ٻڌاءِ عيش پرست ٿيندا يا ڪو احساس ذرو به هوندن؟- نه!- هيتري ڍر ڏئي ته انهن کي هٿ سان خراب ڪيو ويو آهي. جي پهرئين ڏينهن اهي قانون هجن ها ته اِهو، اِهو ممڻ ئي .... ئي ... نه مچي ها... آ.” استاد عبدالهاديءَ قاسو دوڪاندار جي پاءُ هاشوءَ کي پري کان ايندو ڏسي پگھار ور ۾ هٺندي پويان لفظ هبڪي ڳالهايا.

هاشوءَ ايندي سان ئي چني استاد عبدالهاديءَ ڏانهن وڌائيندي چيس،”استاد توکي ڳولهي ڳولهي ٿڪجي پيو آهيان. هاٽي خبر پئي ته اڄا اسڪول ۾ وينو آهين. سو هيڏي آيس، هان- هي ادي چني ڏني اٿو.”

“ڇا هي انهيءَ چنيءَ ۾؟” استاد عبدالهاديءَ موڳو ٿيندي پڇيس .

“سائين ڪنڊي جو حساب هوندو بيو وري توهان ڏانهن ڪهڙو محبت پري چني موڪلي هوندائين.” هاشوءَ موٽ ڏنس.

ها گھٽي جو بل آهي؟” استاد عبدالهاديءَ چني هٿ ۾ وٺي کولڻ شروع ڪئي .

“ڇهه سؤ ستهٺ روپيا هن مهيني جا آهن ۽ ٽيرنهن سؤ چويهه روپيه اڳي اٿو. ٽوٽل اوٽويهه سؤ ٽيانوي روپيا ٿيا.”

“هڻ! ايڏو بل- يار ونون ڇا ٽا جو هر مهيني ايڏو بل ٽا ڪيو؟”

“سائين جيڪو ورتو اٿو، انهيءَ ۾ لکيل آهي. بس مونکي پئسا ڏيو، اسانکي بيو ڏنڊو ڪرٽو آ. ادي چيو آهي ته هن مهيني جو سڄو حساب چڪتو ڪري ڏيو. ورنه ته سودو بند ڪري ڇڏيندا‌سين.”

“ادا سودو ڇو بند ڪندئو، توهان جا پئسا ڪاڇي ٽا وڃن؟”

“سائين ٽي مهينا ٿي ويا آهن. پئسن ڏيڻ جو نالو ئي نٽا ونو. اسان ڇا سمجهون؟”

“ٽي مهينا نه ڏنا آهن ته انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته مان ڪائي ويندم؟” استاد ٿورو تڪو ٿيندي جواب ڏنس.

“سائين ڪائيندئو ته نه، پر اسان کي به ته ڏيندا وڃو نه . ايترا پئسا ڪير ٿو سيڙائي؟ جيڪڏهن ايڏي اوڌر رکيسين ته پوءِ دوڪان بند ڪيون پيو.”

“ادا مان ته توهان کي ڪونه ٿو چوان ته دوڪان بند ڪيو؟”

“سائين پئسا نه ڏيڻ به ته دوڪان ئي بند ڪرائڻ آهي پيو ڇا؟”

“چڱو، چڱو مٿو نه ڪاءُ پئسا ملندءِ.”

“مفت جو سودو آهي ڇا جو منهن ڪِنو ٿو ڪري ڳالهائين.”

“مان منهن ڪنو ٿو ڪري ڳالهايان. يا تون ايڏانهن منحوس شڪل ڪٽي آيو آهين. چڱو هينئر هل، پگھار ملي ته پئسا ملندءِ.”

“سڄي دنيا کي پگھار ملي آهي، توکي ٽيون مهينو ٿيو آهي ته پگھار ڪانه ٿي مليئي. مرضي ڇا اٿئي. استاد عبدالواحد کي پگھار ملي قرض چڪائي ويو. استاد محمد عمر صاحب به پئسا ڏئي ويو. باقي تو پينگيئي کي اڄا پگھار نه ملي آهي.” هاشوءَ تڪو ٿيندي چيس .

“ادا هاٽي مٿي ۾ سور نه وجهه. هاٽي هل” استاد عبدالهاديءَ ٻئي ٻاهون ٻڌي نرڙ تي رکي ’ٽر‘ جو اشارو ڪيس.

“مٿي ۾ سور تو وجهانءِ. قرض ٽا گھرون ڪو اڌارا ڪونه وٺڻ آيو آهيان. جو چئين ٿو هل.”

“ڇا ڪيانءِ پلا مٿي تي ويهاريانءِ. هجئي ڳالهائڻ جي فضيلت ته تو سان ڳالهائجي. چوان ٿو پيو ادا پگھارن جي بل ۾ منهنجو نالو رهجي ويو هئو. ان لاءِ هاڻ بيو تازو بل ٺهرايو اٿ. هن ادي وٽ به هن مهل تائين ٺهرائڻ لاءِ وينو آهيان. پچينس ها! ڪن نه . باقي پئسا اڄن ته حاضر پهرين توهان پڪن کي ڏيندا‌سين. پيٽا به منٽ تي ليٽ ٿئي ته هِڪيون ئي پٽ پٽا وجو، جڻ لڏي ٽا وڃون. چڱو هاٽي هل پئسا مليا ته پاڻي کي مان دوڪان تي ڏئي ويندس. هتي اسڪول ۾ ڪٽي فشري مچائي اٿئي. نه ڪنهن جيعزت جي اٿو نه ذلت جي. سيئي توهان جي نظرن ۾ توهان جهڙا ڪميٽا آهن ڇا؟”

مون جهڪيل ڪنڌ مٿي ڪٽي، پين جي پڇڙي ڇپن تي رکندي چيس،”ادا، پگھار هاٽي ناهي اٿئونس، استاد ڪوڙ

جهڙو ماڻهو ڪونهي. جيئن ئي پگهار ملندس تيئن ئي توهان کي ڏيندو.”
“هون! پينگيا پينگيا سڄي دنيا جو قرض چڙهيو پيو اٿن، ڪو شرم حياءُ ئي ڪونهي.” هاسو مون واري لفظن ٻڌڻ ڪانپوءِ موٽيو ۽ پنهنجي منهن اهو تبرو به ڪندو ويو .
“استاد، پگهار ملي اٿو، ڏئي چونه ٿا جند ڇڏايو؟”
“ادا هجي رکو اهو خرچ ته انهن کي ڏيان. ٻيا به گهٽيئي ٽُنگ پورٽا آهن. بس هاڻي صبحاڻي وڃي قاسوءَ کي ٻه اڍائي سؤ روپيا ڏئي ايندس. پوءِ پيا منهن ڏينداسين.” استاد اطمينان جو ساهه کڻندي چيو .
“استاد آخر اهو قرض نه وڌندو ويندو.”
“ها ته پوءِ پلا گهٽ ٿيندو ڇا؟”
“نيٺ لاهڻ لاءِ ڪجهه ..... “
“پاڻهي پويان پريندا يا رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ جي.پي فنڊ جي پئسن مان لاهينداسين.” استاد عبدالهاديءَ اٿندي چيو.
“استاد وري اڪيلو ڇڏي ڪاڏي ٿو وڃين.”
“بس يار هلان ٿو. ڏسان هي پئسا گهر هلي ڏيان ته وري ڪو ٻيو ڪتو نه ڳڌجي. وري ڪڏهن ڪچهري ڪنداسون.” ور ۾ هٿ وجهي پئسا سنڀاليندي چيائين ۽ ڪمري مان ٻاهر نڪري ورانڊي مان ٿيندو، اڱڻ ٽپي، ٻاهرئين گيٽ مان هليو ويو.

# ١٢. ٽيڊي باشا

نڪ ڊگهو، منهن ايو، وار هپي ڪٽ. بت ۾ سنهو جهڙو لڪڻ. اکيون وڏيون ۽ ويڪريون. وات ڪان بس ئي نہ. هروقت ڳالهائيندو پيو. سدائين جهوٽا پيو کائيندو هلندو. ڊريس بہ هڪ فئشن جي نہ. هڪ ئي وقت الائي ڪيترن فئشنن جو لباس. قلندري ڪننو ڳچيءَ ۾، اوچو ڪنگڻ ٻانهن ۾. آڱرين ۾ اٺ-ست منڊيون. استنجا ڪيئن ڪندو هوندو؟ ڪندو بہ هوندو يا نہ، اها ڪنهن کي خبر ناهي.

سدائين پليل ڪپڙا پاتل هوندس. جي ڪانچ پاتائين تہ مٿان ٻئي رنگ جي بشرٽ ۽ ٽئين رنگ جو ٽوپ. جي پينٽ پاتائين تہ مٿان ٽئين رنگ جي قميص پائيندس. پٽو تہ هوندس ئي ڪونہ. پٽي جي خبر نہ هوندس، جي هجيس تہ الائي ڪيترا ونني. پينٽ سان وري مفلر ڳچيءَ ۾ يا مٽي کي ٻڌل هوندس. سندس انهيءَ رنگين مزاجي ۽ ڏينهن ۾ ڏهہ فيشن پائڻ جي روش ڪري هرڪو ڪيس، ”ٽيڊي باشا“ ڪوٺي.

ٽيڊي باشا پاڻ کي هر وقت ٽپ ٽاپ رکڻ جي جستجوءَ ۾ هوندو آهي. پر ڪيس ڪوبہ ماڻهو، اهو احساس نہ ڏياريندو آهي تہ توهان سمارٽ ٿا لڳو يا فئشن جا ابا آهيو. ’ماڻهن مان قدر ئي نڪري ويو آهي.‘ اها سندس مستقل شڪايت هوندي آهي.

سدائين وتي روڊ ماپيندو. هروپرو جنهن تنهن سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو. وري جي ڪنهن گرلز اسڪول کان ڪا سوڙهيءَ چادريءَ ۾ ويندڙ نظر آيس تہ هيءُ بہ ڪيڏ. ان سان گڏ هيءُ بہ چيلهہ کي لوڏا لما ڪارائي، هينئين ڏر کي ’اڳتي پوئتي‘ ۽ ’هيٺ مٿي‘ ڪندو ويندو. صفا اصل گهر تائين ڇڏي، پوءِ موٽندو. پوءِ اچي ماڻهن ۾ ڊاڙ هڻندو: ”فلاڻيءَ جو گهر منهنجو ڏٺل آ، مان وڏن کي بہ سڃاڻانس.“

وري جي رستي ويندي ڪو چوڪرو نظر چڙهي ويس تہ هاسيڪاري موٽر سائيڪل ڊري ڪري، رانگ سائيڊ تي بہ آڻي، اڳيان اچي ڏيندس. صفا ويجهو آڻي يڪدم ڪنٽري هٽي، بچائي ويندس. ”واه! سهڻا لوڌ تنهنجي!“ سائيڊ پوز هٽي، پر مان لنگهڻ وقت، مطلب جي ڳالهہ ڪري ويندس. جي چوڪري موٽ ۾ ڪجهہ منهن گهنجائي جواب ڏنس تہ بچائڻ جو احساس ڏياريندس: ”مروان! موٽر سائيڪل  هينان پئي آئين. بچايو مانءِ! احسان تہ نٿو مڃين الٽو سيد سان منهن ڪنو ٿو ڪرين.“

الائي ڪيترا دفعا نوڪري ورتائين. بہ ٽي مهينا ڪا نوڪري هليس تہ ڇيهہ ڪيائين. وري ساڳيو ئي رلندو وتندو ۽ منٿون ڪندو وتندو: ”بيروزگار آهيان، نوڪري ونرائي ڏيو.“

وري ڪٿان نہ ڪٿان پئو لڳي وڃيس ۽ نوڪري مليو وڃيس.

هڪ دفعي بيروزگاريءَ واري ايامن ۾ ڪنهن پڇيس: ”اڙي آخرڪار تو نوڪري ڇڏي چو؟“

”سائين ڇا ڪريان. بابلا! هڪ نوڪريءَ هڪ پڪيءَ ۾، هڪ طعام ۽ هڪ جنس ۾ مزو ٿورئي آهي. اسان شاهاڻا يار، هر قسم جو مزو ونون.“ پنهنجي فعلن جي وڪالت ڪيون ويو.

وري جي ڪنهن پڇيس: ”سائين ٽيڊي باشا، پلا ڪا سروس بروس چونہ ٿا ڪريو؟“

”اڙي، هيءُ پلا تنهنجي خرچ تي ٿو هلان ڇا؟“ ڇهڙ ڏئي چوندس.

’ٽيڊي باشا‘ تہ چڙ اٿس. ڪنهن چيس تہ پوءِ ان کي بہ اهڙي ٻڌٽي پوندي. ڪوبہ ڪيس منهن تي ’ٽيڊي باشا‘ نہ سڏيندو آهي. اهو سندس پرپٺ جو نالو آهي. سندس اصل نالي جي شايد سندس ماءُ پيءُ کي ئي خبر هجي تہ نهيو نہ تہ هر ڪنهن کي سندس اهو ئي نالو ايندو آهي.

سودي بازيءَ جو ڏاڍو شوقين آهي. ’پوءِ پلي بہ بير پوئتي ئي هجي پر سودو ضرور ڪرڻو آهي.‘ اهو سندس مستقل فعل آهي. هڪ دفعي سادي ڇئين هزارين واري راڊو گهڙي ڏئي، هڪ ستين سئين واري نئين اليڪٽرانڪ واچ مٽائي ونني آيو. ان جي هلڻ ۽ انگن جي ڦير گهير اهڙو وائڙو ڪيس جو شونق ۾ سڄي واچ انهيءَ لاءِ کولي پرزا پرزا ڪري ڇڏيائين جو ڇي: ’ڏسان تہ ڪيئن ٿي هلي‘!

وري اهڙو مولائي يار آهي، جو ڪاٿي وينو تہ جڻ ’ڊگا ڊور‘ وڪٽي، پئسا بئنڪ ۾ ٽانيڪا ڪري، اچي وينو آهي. اٺارڻ لاءِ پلي وڃي پوليس ۾ رپورٽ ڪجي پر هيءُ يار نہ اٿندو. ها! جي اوچتو رستي سان ويندڙ ڪنهن ڪار ۾ ڪا منهن اگهاڙي عورت ڏنائين، جهٽ ۾ اٿي موٽر سائيڪل، ڪار جي پويان لڳائيندو.

“يار! پڪي ڏاڍا سنا پئي ويا. پر اسان جو بہ هوائي جهاز آ، اتي ئي تا وڃي پڄونس.” پينٽ جي پنئين کيسي مان ڪنگو ڪڍي، سائيڪل موٽر جي سائيڊ شيشي ۾ سينڊ ڪيندي ڊاڙ هڻندو. پوءِ سائيڪل موٽر تي لانگ ورائي اسٽئنڊ سڌي ڪري، پينٽ جي اڳين کيسي مان ڪارو چشمو ڪڍندو. ٻنهي هٿن سان پائيندي، جهڪي آئيني ۾ پنهنجي منهن تي نهندڙ آهر ڦهڪائيندو. پوءِ چابي وجهي، ڪِڪ هڻندو. گاڏي گهڻو ڪري اسٽارٽ نہ ٿيندس، پوءِ وينو ڏڪا ڏياريندو. پر لاڦ اها هڻندو: “بس اجهو ٿو پکين کي پڄان.”

جي اوچتو ڪا پنيان بس ايندي ڏٺائين تہ پوءِ ڪنهن موڙ وٽ موٽرسائيڪل ڍري ڪري، هٿ سان اڳتي نڪري وڃڻ جا اشارا ڏيندس ۽ وات سان سيٽي بہ وڄائيندو. هوبهو ائين جيئن گاڏين جا انڊيڪيٽر هوندا آهن. يعني ٻنهيءَ جو ٺمڪو ۽ موسيقيءَ واري آواز جو ٽڙڪو. انهيءَ بهاني سان بس ۾ وينل عورت کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو. جيڪڏهن اندر ڪا وينل عورت چڱي لڳس تہ پوءِ بس جي پنيان سڪر تائين هليو ويندو. بس ڊرائيور بہ اڪثر چتو ڪري وجهنس. پڇڻ ئي نہ ڏينس.

اڄ بہ شاهي رستي واريءَ هوٽل تي وينو هو. چوڌاري ماڻهن جو ميڙ لڳو پيو هئس. وچ ۾ ويهي بازيگرن وانگر، زبان جا ڪرتب پئي ڏيکاريائين: “سائين واه! اڄڪلهہ جي فئشن جي چا ڳالهہ ڪريان! اڄڪلهہ جون عورتون اهي فئشن ڪري اوهان جي پرسان لنگهي وڃن، تہ توهان جا حيرت ۾ حواس ئي ختم ٿي وڃن. سائين! جي اعتبار نہ اچي تہ گرلز اسڪولن جي پرسان وڃي ويهي ڏسو. اينديون پيون تہ توهان جهڙا چرڪجي ويندا.” چاتي لوڏيندي چيائين: “اڳيان هيڊ لائيٽ” چيلهہ لوڏيندي چيائين: “وري پنيان انڊيڪيٽر پيون ڏينديون اينديون.”

ڳالهہ کي وڌائيندي چوڻ لڳو: “بس سائين رنگ لڳا پيا آهن. ماڻهو دنيا جا رنگ ڏسي! ماڻهو چوندا آهن: ’دنيا ٻه رنگي آهي‘ پر مان اها ڳالهہ نہ مڃيندس. دنيا جا ايترا رنگ آهن جو توهان ڳڻيو تہ ڳڻي نہ سگهو. ها پلا وزم بزم جو ذرو اُتو يا رڳو ائين نڙي تا هٽايو. بابا وزم ذري هجي تہ پوءِ ڪيئن تا اسان ٿياسافيڪل (فلاسافيڪل) ڳالهيون ٻڌايون. ٻڌو نہ اٿو ’پيئون تا چرس، گهمئون تا عرش، اسان ملنگ بابائن جي خدمت ڪندؤ تہ توهان کي بہ عرش جو سير ڪرائينداسين.”

گلو پٽ ۽ ربن ماڇيءَ وارن کي، سلفيءَ ۾ چرس پرڻ لاءِ پڙڪايائين. اهي وزم ناهڻ ۾ مشغول ٿي ويا.

“پلا سائڙي ٻائڙي بہ گهوتجي؟” گلوءَ وارن کان پڇيائين.

“نہ سائين” گلوءَ مختصر جواب ڏنس.

“پلا هتي ناز بوءِ آهي؟”

“نہ سائين”

“تاش چوپڙ؟”

“نہ سائين”

“تہ پوءِ پينگ لڳي پئي آهي” ٽيڊي باشا ڪين اصل شين کان آگاهہ ڪيو.

“سائين اهو وري ڪاڏي ڦري ويا آهيو؟” ڪنهن پڇيس.

تنهن تي ٽيڊي باشا وري ساڳين خيالن ۾ اچي ويو.

“ها بابا اسان مولائي ماڻهو آهيون. تنهن ڏينهن وري هڪڙي سنگتي وٽ ويس. اهو بہ اسان وانگر مولائي آهي. اهي اهي فوٽو پيا هئس جو وات ئي پاٽي پئي ٿيو. ڪن جا ڪپڙا صفا لٿل، اڳيان هٿ ڏيو، اونڌيون ستيون پيون آهن. ڪي اڀيون بيٺيون آهن. ڪي ڪيئن تہ ڪيئن. بس ڪيا بات آ .

ايتري ۾ سلفيءَ جو وزم نهي تيار ٿيو. ان کي ڏسندي ئي گلو پٽ کي چيائين: “ان کي مان سر ڪندس ۽ تنهنجي هٿن ۾ ڪندس”

تنهن تي گلو پٽ پنهنجي هٿ ۾ سلفي وڌائيندي چيس: “سائين اچي”.

“پلي پلي ڪري اچي! سر سيد جو بچي! ڪوڙي ڪانگڙ ۾ نچي!”

گلو پٽ جي هٿن ۾ ئي ڪش هڻڻ لاءِ جهڪندي نعرو هنيائين. ٻن ٽن منٽن جو ايڏو ڊگهو ڪش هنيائين جو سلفيءَ مان دونهين جي ٻدران ٻاهہ جو شعلو پڙڪي اٿيو.

“ذي! حيدر! قلندر!! ڪيو هو قادر قلندر!!” گلوءَ ۽ ربن ماڇيءَ وارن سر ٽيل سلفيءَ کي ڏسندي نعرو هندو.

دم هٽڻ ڪانپوءِ دماغ عرش تي گهمڻ لڳس. “سائين اڄڪلهه وري گرلز اسڪولز ۾ پڙهائي ڪٿي آهي. مائٽ خوش ته اسان جون پڙهن ٿيون. پر جڏهن امتحان ٿا ٿين ته حالت ته هلي ڏسو. اڌ ڪارتوس ته اڌ تي خط. مال مڪس. ڇوڪرين جا ته حواس ختم. جيڪو ملين سو ئي لکن. ماسترياڻيون به ڪاپي ڪرائين.”
“ماسترياڻيون جيئن ڪين پيش ڪن، تيئن پيش ٿين. ماسترياڻيون پنهنجي گذر سفر لاءِ هنن مان پئسو ڪڍن ۽ ڇوڪرين جي ’ناهه نوهه‘ جي سامان لاءِ به پئسو مٿان ئي مٿان نڪري وڃي. وري جي دير ٿيڻ جو سبب پڇنديئون ته جواب ڏينديون: ’آپا ويهاري ڇڏيو. چيائين: اڪيلي آهيان! ڪا گهڙي ويهه، ۽ ٻيو وري برٽ به سڪيم پئي.‘
“منهنجو انهيءَ مان هرگز اهو مطلب ڪونهي ته ڇوڪرين کي تعليم نه ڏيارجي. ڏيارجي! پر ايترو ڪين ڇڙواڳ نه ڪجي. سنڌن ڇڙواڳي تي سينسر وجهجي. اسڪولن ڪان ٿيون نڪرن، بس، ٽاپڙ، ٽاپڙ، ڇڻ هرٽيون ٿيون وڃن.”
سنڌس انهن ڳالهين تي، وات-ڦاٽل ماڻهن ۾، ٽهڪڙو پئجي ويو.
“ها سائين توهان منهنجي ڳالهين تي پٽ ڪريو يا نه، پر الاهي مونکي به پيش ڪيون ويون. پر پاڻ مومن مولائي، پنهنجين نياڻين وارا، انهن ماسترياڻين کي لفٽ ئي نه ڏيون.” ڊڳهيءَ تقرير کي انٽرويل ڏئي ڪش هڻڻ لاءِ جهڪيو. ڪش هڻي وري سلفي ٻيهر سر ڪيائين. دوڏا ٻاهر نڪري آيس. تارا ڳاڙها تي ويس ۽ رڳو تمڪنس پيا، ڇڻ اڄهو پاڻ وهين. دماغ کي فرحت اچي ويس.
“اڙي بابا! سائين باشا کي هڪ پاڪيٽ ۽ ماچيس به وني ڏي نه؟” گلوءَ کي چيائين.
“سائين پئسا ناهن نه ته ڪوڙ پاڪيٽ وني ڏيون ها.” گلوءَ سچائيءَ ظاهر ڪئي.
“اڙي بابا! اوڌر سوڌر تي ئي وني ڏي نه! شام پنج ئي روپيا توکي ازغيبي اتي ئي ملي ويندا نه. سائين باشاه جي ڳالهين تي اعتبار ناهي ڇا؟”
“سائين اعتبار ڇو ناهي؟ توهان بلڪل سچ ٿا چئو. حالت واقعي اهڙي فتنه ساز لڳي پئي آهي.” گلو پٽ جواب ڏنس.
“نه توهان رڳو اتي نه، پر هر لائين ۾ ڏسو. اڄڪلهه جي سياست ڏسو. صدر ايوب آيو ته عورتون ڪراچيءَ ۾ بلڪل اگهاڙيون نظر پئي آيون. رڳو ڪڇو ۽ باڊي، باقي ٻيو ڪل پيران دا خير. پٽي جي دور ۾ يا يحيٰ جي دور ۾ ڇا ڇا نه ٿيو؟ هينئر ڇا نٿو هلي؟ بابا مان ٿو چوان جيستائين انهن جي آزادي بند نه ٿيندي، تيستائين اهي فتنا ملڪ مان نه ويندا. انهن جي روز اسڪول وڃڻ لاءِ ’اڃن به ٽانگي ۾ وڃن به ٽانگي ۾‘ وارو اصول هئڻ گهرجي. پر ان ۾ تمام گهڻو خرچ آهي. ڪٿان پورو ٿئي؟”
هن جا اهي خيال ٻڌي ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويا هئا. ماڻهن جي ذهن ۾ هئو ته ’ڪم از ڪم هن جهڙي رولو ماڻهوءَ کي ته انهيءَ ڪليل ۽ آزاد ماحولن جي پاس خاطري ڪرڻ گهرجي.‘
ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي چيائين: “سائين خرچ پکي پوري ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ايترو پئسو هجي. ننڍيون ۽ ٿوريون آهن ته مائٽ رشوت وني پورت ڪندا اچن. پر جڏهن وڏيون ۽ گهڻيون ٿيون ٿين ۽ اچا اچا فيشن ٿيون ڪن ته ايترو فالتو پئسو ڪٿان ٿو اچي. مائٽ ته ايترو خرچ ڪونه ڏيندن. پوءِ ضرور ڪو ’دوسرو ڪم‘ ٿيندو، پوءِ اخبار ۾ پيو ايندو ’اڄ ميونسپل گٽر تان تازو ڄاول ٻار هٿ آيو.‘ انهيءَ ڪان سنو آهي ته ڪني آگر وڍي ڇڏجي. نه ئي ٽڪر هوندو ۽ نه ڪتو پؤڪندو. آهي ڪن نه.” ماڻهن هاڪار ۾ داد ڏنس.
“ها توهان جي ڳوٺ ۾ ته گرلز اسڪول ڪونه آهي، نه!” نون آيل سگريٽن مان هڪ سگريٽ ۾ پريٽيل چرس ذري پري، تيلي هڻندي، پڇيائين.
“نه سائين نه! توهان ٻي ڏڙڪ چئو، جيڪو چوڻو اٿو چئو.” ٻڌنڙن مان هڪ همت افزائي ڪيس.
“الائي مٿان يار هجي ۽ منهنجي ڳالهه ٻڌي ڪنهن کي چڙ لڳي. خير ڪنهن کي چڙ لڳي ته پلي لڳي، اسان حق سچ چوڻ وارا ڪنهن ڪان ڊڄڻ وارا ناهيون. جي ڊڄون ها ته نوڪريون نه ڇڏيون ها! صاحب رشوت وٺڻ لاءِ چيو. ٺپ انڪار ڪيومانس. مون سان رويو خراب هلڻ لڳو. پر سفارش وارو جيڪ به اوچو لڳل هئس. ڪنڌ ڪيئن ڪڍائي؟ صاحب کي تنگ ڏسي، نوڪريءَ کي ٽڪ هڻي آيس. اسان آهيون مولائي لڏو. هڪ هنڌ سان ڪانه پوي. سدائين سير سفر، ڪڏهين جهنگ جهر، ڪڏهن بربحر ته ڪڏهن تر توهر پيا ووڙيندا وتندا آهيون.”
سلفيءَ جو آخري ۽ وڏو ڪش هنيائين. جنهن ڪانپوءِ ربوءَ سلفي چندبي، ٻيو وزم ناهڻ شروع ڪيو. تيستائين هن سگريٽ کي باهه ٻاري ڏني.

چرس واري سگريٽ مان، ڳاڙهو منهن ڪيو چيائين: ”وري ملن کي ڏسو تہ ڦتي اٿن. اڙي مان تو چوان، توهان مسيت ۾ ويهي سيرا ۽ حلوا کائو. توهان جو سياست سان ڇا وڃي. هاڻي تا هٿ هٽن تہ اسان کي استعمال ڪيو ويو. پٽي کي قاسي ڏياري هاڻي هٿ هنيائون تہ ڇا ٿي پيو؟!“

”پٽي کي ملن ڪيئن قاسي ڏني؟ انهن جي تہ حڪومت ئي ڪانهي. انهن لاءِ ڪيئن ٿا چئو.“ ٻڍنڙن مان هڪڙي جرح ڪيس.

”اڙي بابا توکي ڪهڙي خبر!؟ اسان تا ملڪ گهمون، انهن ڳالهين جي اسان کي خبر آهي. قاسي تہ ملن ڪانہ ڏنس، پر جي قومي اتحاد واري تحريڪ نہ هلائن ها تہ پٽو صاحب وڃي ها ڇا؟ تون سچو ڏينهن ڏاٿو ۽ ڪٽي هٿ ۾، ڳوٺ کان ٻاهر نڪتين ئي ڪونہ، توکي ڪهڙي خبر.“ انهيءَ کي تڙي چاڙهيائين.

ان سان گڏ ٻيا بہ گهٽا ئي پٽڪا ٿيا. ”اڙي بس نٽو ڪري ويهين. تو بودل کي ڪهڙي خبر تہ ’دادوءَ ۾ ڌاڙو لڳو آ‘، سائين باشا کي چڏ تہ پيو موج ڪري. سائينءَ جي دل کي ناراض نہ ڪر.“

ربوءَ سلڦيءَ جو ٻيو وزم تيار ڪري ورتو. سائين باشا وڏو دم هٽي سلڦيءَ کي سرِ ڪيو ۽ چيائين: ”ها ڌاڙا تا لڳن. ڪا جهل پل ناهي. هاڻي وري رشوت ۽ زنا کي تا بند ڪن!؟! اڙي مان تو چوان پهرين اهو ڦاٽڪ بند ڪن، جنهن مان خالي انجڻ واريون ننڍيون وڏيون ريلون، ٻن ٽن ڊرائيورن جي هٿ هيٺ لنگهن ٿيون. ورنہ ڪنٽرول ڪونہ ڪري سگهندا. اهي ريدار تباہ ٿي ويندن.“

سائين باشا شايد سوٽو سرس هنيو هئو، جو وقلي ويو.

اتي هڪ ماڻهوءَ ڳالهہ ڪٽيندي التجا ڪيس: ”سائين توهان مٿي تا ڳالهايو. شايد اهو ٿياسافيڪل جملو چيوَ، ڪجهہ اسان جو خيال ڪيو.“

”اڙي مان بہ اهو ئي تہ چوان ٿو تہ اجا مرد ئي پورا ڪونہ پڙهيا آهن ۽ هاڻي وري هليون آهن، هنن جون بربليون علم کي ڪلهو ڏيڻ. هاڻي وري برٿ سينٽر کڍيا اٿن. ڪندا معاشري جو ٻيڙو تباهہ. ها ماڻهو وري مونکي تا چون تہ آءٌ رولو آهيان. اڙي آءٌ انهن کان وڌيڪ ٿياسافيڪل (فلاسافيڪل) قسم جو ماڻهو آهيان. اسان هر شيءِ کي اکين سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هر غر کي هن ’دم‘ سان پلائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هنن ماڻهن کي ڪهڙي خبر تہ آءٌ رلان چو ٿو. ان جو اهو ئي سبب آهي.“

”اڳ ۾ ماڻهو ڏهين پندرهين روپئي ۾ موج ڪري ايندو هئو. هاڻي چڪلن تي بندش وڌي اٿن. اڙي وڻ کي ٽڙ وٺان وڍيو تہ وڻ ختم ٿي ويندو يا نہ؟“ ٽيڊي باشا سوال ڪيو.

”نہ سائين، ٽيئن شاخون زور ڏئي ڦٽنديون.“ ماڻهن جواب ڏنس.

”چڪلن بند ڪرڻ جو بہ ٽيئن مثال آهي. چڪلن تي بندش وجهڻ سان زنا جو ريٽ وڌائي ڇڏيائون. شريف ۽ لچ جي گهر ۾ تميز گهٽ رهي آهي. اڳ ۾ الڳ جاين کي چڪلو چئبو هئو ۽ هاڻ اهي عام گهرن سان رلي ملي هڪ ٿي ويا آهن. هيءَ زنا تي بندش آهي؟ نہ بلڪل نہ!“ سگريٽ جو آخري وڏو سوٽو هنيائين.

ايتري ۾ رستي تان هڪ ڪار لنگهي. جنهن ۾ هڪ بہ، منهن اگهاڙي زائفان ويني هئي. ان تي نظر پوندي ئي اٿيو. ڪنگو ڪيو سائيڪل موٽر جي سائيڊ شيشي ۾ وار ناهيائين. سائيڪل موٽر تي لانگ ورائي، اسٽينڊ فري ڪيائين. ڪارو چشمو ڪيو اکين تي آٽي، جهڪي آئيني جي مدد سان ناهي پاتائين. کِڪِ هنيائين. گاڏي اسٽارٽ نہ ٿيس. ڌڪو ڏيارينديو ڊاڙ هنيائين: ”بابا چٽي کان پوءِ اسان جو بہ هوائي جهاز آهي. اتي ئي تا پڇي ماريونس.“

گيئر مٿائي اڳتي نڪتو تہ گلوءِ پٽ پٽڪيو: ”سائين پنجن روپين جي پارٽ هجيو.“

”اڙي هل! پينگيا! اهي پئسا ويا. ڏڌل ڪير تو ٽٽين پوي. اڙي هو تہ تو جهڙن کي پوڪ بنائي مطلب ڪيندو آهي.“ پر ۾ بينل جهوني بس ڊرائيور چيس، جيڪو اڄ موڪل تي هو. جنهن جو چوڻ هوندو آهي: ’اسان ڏينهن ۾ سوين ماڻهو هڪ هنڌان ڪٽي ٻئي هنڌ ڪپائي ايندا آهيون.‘

گلوءَ هڪ پيرو روڊ تي حسرت جي نگاهہ وڌي. موٽر سائيڪل اکين کان دور نڪري وئي هئس. پڪ هئس تہ ڪار کي ڪڏهن ڪين پهچندي، جيئن شام جو ڪيس پنج روپيا ازغيبي نہ ملندا.

# ١٣. بيرو ۽ موتي

ڪاليج جي ڪئنٽين ۾ وينو آهيان. سامهون ڪنڊ واريءَ ٽيبل تي شاعر معشوق "موتي" وينو آهي. اڄ ڪائنس اڪ بچائي اچي هيڏانهن وينو آهيان. جي ويجهو وڃانس ها ته ڳچيءَ پئجي وڃي ها. چانهه جي صلاح ڪري ها ۽ بيگناهه سندس چانهن جا پئسا به ڀرڻا پئجي وڃن ها. شاعر ماڻهو آهي، ڪڏهن ڪڏهن بي حوصلائيءَ ۾ الائي ڪيترو ڪائي ويندو آهي. خواه مخواه مٿو چٽي.

"موتي" تخلص اٿس، جو جو بقول سندس جي ته ڪيس استاد ئي "موتي" سڏيندا هئا. جو جو هيءُ ڳالهائڻ ۾ ئي موتي پوئيندو هو. شاعري ته اجان اعلىٰ قسم جي ڪندو آهي. اڄڪلهه ته جتي به ڪنهن هوٽل ۾ بئرو يا دخل وارو ڪو ناهوڪو چور هوندو ته هن مان ڊاڄو. جيڪڏهن اهي چورا ماني هجن ته خريد ڪري ڪائي ڇڏين. پر "موتي" صاحب رڳو پري ڪان اڪيون ٺمڪائيندو رهجي ويندو آهي .

هن ننڍي هوندي ڪا درسي ڪتاب ۾ احمد ۽ ڪتي واري آڪاٽي پڙهي هئي. انهيءَ ۾ ڪتي جو نالو موتي آهي. ڪتو وفادار هوندو آهي. ۽ جنهن جي در تي هوندو آهي. مرڻ گهڙيءَ تائين ان سان وفاداريءَ جو ثبوت ڏيندو ايندو آهي. ڪتي جي وفاداري فقط مانيءَ جي ٽڪر ڪان شروع ٿي هئي. تيئن معشوق علي صاحب به پاڻ کي وفادار ثابت ڪرڻ لاءِ هوٽل يا ڪئنٽن جي ماني ڪائيندو آهي ۽ تخلص ۾ "موتي" چوائيندو آهي.

هيءُ هوٽل ۾ انهيءَ لاءِ نه ويهندو آهي ته من احمد وانگر ڪو اڪيون ٺمڪائڻ تي ٽڪر وجهي، ماني ته پئسن تي ڪائيندو آ، اها بي ڳالهه ته رونگ ۾ ديدار مفت ٿئيس. يا الائي ديدار جو حساب به بل ۾ هٽي ڇڏيندا اٿس. هن کي ته سواءِ بحر وزن جي حساب جي بيو ڪو حساب اچي ئي نه، جو جو هن کي شاعري به ته چتو ڪري وڌو آهي نه .

هن ڪنهن شاعريءَ جي ڪتاب ۾ پڙهيو هئو ته 'مجنونءَ ڪان جڏهن پڇيائون ته "ڪتي جي پير چو چميئي؟" ته مجنونءَ جواب ڏنو هئو ته "ڪتو ليلىٰ جي پيرن کي لڳي هئي. مان انهيءَ مٽيءَ کي چميو."

تنهنڪري هن يار به موتي چوائڻ شروع ڪيو آهي ته من ڪو منهنجا به پير چمي. پر اها ته خبر ئي ڪانهيس ته سندس ڪانسواءِ ڪو بيو مجنون ئي ناهي.

اهو وري ڪيئن؟ "موتي" به پاڻ ته "مجنون" به پاڻ. نه اهڙو ڪو فلسفو ڪڏهن به هن جي ذهن ۾ڪونه آيو هوندو. جي اچيس ها ته پوءِ هي اجان به ترقي ڪري ليلىٰ سڏائي ها ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ترقي پسند شاعرن مان ٿي وڃي ها.

هن جو ڪوبه شعر ڪابه پبليڪيشن ڪانه ڇپيندي آهي. اهڙو ته وري سريلو آهي. شعر ڇا هوندس رڳو بئرن جي تعريف ۽ ڪئنٽين جي مانيءَ جو ذڪر پبليڪيشن وارن جي تعريف ته ڪري ئي نه. وقت مليس ته ڪري نه. هڪ سڄائي بيو سيٽ. رڳو بئرن تي عاشقي ڪندو وتندو ته من ڪڏهن مفت ۾ چانهه نڪري. پبليڪيشن وارن کي ڇا چانهه پياري. اڄڪلهه هر مسئلو ٿو حل ٿئي "ڳِو ائنڊ ٽيڪ" سان .

هيءُ پلا پبليڪيشن وارن جي اجائي تعريف چو؟ ڪري، هن کي انهن مان ڇا ٿو ملي؟ هو هن جي شاعري ئي نٿا ڇپن. ڪنهن به پبليڪيشن ڏي شاعري موڪليندو ته ڪونه ڇپيندس. انهيءَ ڪان اهي بيئرا چڱا جي بيو نه ته هٽن سان پاٽي ته پيارنس ٿا. پوءِ هيءُ انهن سان چونه اڪيون اڪين ۾ ملائي.

جنهن به هوٽل ۾ بئرو يا مالڪ چوڪروهوندو، اهو پڪ سمجهجي ته هنجو معشوق آهي يا عاشق. چو جو هيءُ آهي ئي اهڙي قسم جو رنگين ماڻهو. اڪ اڙائي ته اصل نه ڪدي. جهڙو گيدوڙي جي گگ. جنهن سان اٽڪيو، سو هن مان ڊاڄو.

هينئر به بئي اڪيون بئري ۾ اٿس. بنهي ڪارين اڪين ۾ ٿو ڏسيس پيو. جڻ ڪو ڪتاب پيو پڙهي. هاٽي بيئري پني ڏني آهي ته به نظر نٿو ڪڍيس. خيالن ۾ گم ٿي ويو آهي. جڻ ڪتاب ۾ لڪيل فلسفي تي غور ڪندو هجي. رڳو مڪر اٿس.

مڪر چونه ڪري. سڄو جو آهي. (پوءِ پلا ڪنهن چيس ته شاعري ڪري؟- شاعري ڪرڻ سان سڄو نه ٿيندو ته پلا صدر ٿيندو.) سڄي ماڻهوءَ لاءِ پلا ڪهڙو ڏنڌو آهيءَ.

هڪ دفعي پڇيومانس،"موتي ڏي خبر! ڪو ٽڪر نصيب اٿئي؟. وڏيءَ سوچ مان ائين نڪتو جڻ سوڙهيءَ گهٽيءَ

مان هاتي نڪرندو هجي. تيئن هيءُ يار به مشڪل سان سوچ مان ٻاهر نڪتو ۽ چيائين، "يار' چورو مون تي صفا عاشق ٿي پيو آهي." پڇيومانس،"ڪهڙو؟ ٻئرو يا دخل وارو" ورانيائين "دخل وارو وري اسان سان ڪتي ٿو اڪي ملائي. ان تي ته مان عاشق آهيان. مان هن ٻئري جي ٿو ڳالهه ڪريان. اهو صفا ڪلهه مري ويو."
چيو مانس، "ڊاڙ چوٽو هٽين. مجنون عاشق هئو. ليليٰ مجنونءَ تي عاشق ٿوروئي هئي." چيائين،"پوءِ تون ٻار آهين، تون عشق مان ڪجهه نه ڄاڻين. تاڙي هڪ هٿ سان نه وڄندي آهي. عشق به طرفو آهي." تنهن تي چيو مانس، "اهو جڏهن به طرفو هجي ته پوءِ عشق چئونس نه."
"ته باقي هيءُ وري ڇا آهي؟" شوخ ٿيندي چيائين. بحث کي ٿورو موڙ ڏيندي چيومانس،"تو اهو غلط پڙهيو آهي ته ليليٰ مجنونءَ تي عاشق هئي. يا توکي ڪتاب غلط مليو هوندو. ڪنهن پبليڪيشن ڪمائڻ خاطر ڪتاب ۾ نواڻ آندي هوندي يا مڙيئي تنهنجي ٻيڙي ٻوڙڻ جو خيال هوندن. باقي هي چورا تا توتي عاشق ٿين، جو ملڪ ۾ ماڻهو ويا آهن ڪٿي." (موتي صاحب هر ڪنهن جي ڳالهه غور سان ۽ مؤدبانه طور ٻڌندو آهي. ٻڌڻ وقت ڪنڌ هيٺ هوندو اٿس.) ڪنڌ مٿي ڪڻندي چيائين،"يار مان به ائين ٿو سمجهان. پر مجنونءَ جو چيو پئي ته ليليٰ منهنجي عاشق آهي."
چيو مانس، "اهو ته ٿيو ئي 'مجنون'، انهيءَ کي جيئن وڻي تيئن پيو چوي. تون ڇو ٿو چوين. هو توتي ڪيئن عاشق ٿيو، سمجه ته ڪم ٿي ويس. وري ٻي ڳالهه ته هي چورو شهري به آهي."
"ائين چئو نه، ته ڪارو ٿئي منهن. باقي هي چورو توسان عشق ڪندو، پوءِ نوڪري ڪندو! مالڪ ئي انهيءَ شڪ ۾ ڪيئي ڇڏيس ته تو جهڙن کي مفت ٿو ماني کارائي."
"اڙي يار هن کي انهيءَ نوڪريءَ جي ڪهڙي پرواهه آهي. ائين ئي هي حڪم ڪري ته الائي ڪيترا موٽر سائيڪلون ڪاهي لفٽ ڏينس."
"ها! پوءِ سائين جن جو ڇا ٿيندو. شاعري ڪنهن لاءِ چوندو."
"هوندئن وري، منهنجو گذر رڳو شاعريءَ تي آهي ڇا؟ اڙي بيوقوف! اسان جي شاعري ڪو ڇپي ئي ڪونه! سدائين رديءَ جي ٽوڪريءَ حوالي. هڪ دفعي پڪوڙا ورتم، ته پني تي منهنجا اکر لکيل هئا. جيڪي مون "ڪامٽي" پبليڪيشن وارن ڏانهن موڪليا هئا."
ڳالهائڻ جو به ڳهير آهي. وار ڪونه ڏيندو. جهڙو "ليسوڙو" پر سڏائي "موتي" ٿو. صفا نقلي. اڃايو اصلي ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو. ڇڻ خانداني شاعر هجي. اها شاعري ۽ ٻڪ ڇڻ اٻي ڏاڏي کان ورثي ۾ ملي هجيس. سدائين پيو ڪمزور "موتيءَ" وانگر ٽڪيندو ته ڪڏهن ٿو، اهو طاقتور "موتي" انهيءَ "موتڻ" جي پچر ڇڏي ۽ هن کي وارو ملي. پر هن کي ٻنهي هنڌ وارو نه مليو آهي. نه شاعريءَ ۾، نه ڇورن ۾.
۽ ملدس به نه، ڇو جو هو اهڙيءَ ٻوليءَ جو شاعر آهي جيڪا خود ته جبل جيڏي آهي پر سندس ڳالهائيندڙ ڪمزور ۽ هڏن جي مٺ برابر. انهن کي رڳو "موتڻ" ڏانهن. ۽ انتظار ڪندا آهن. ڪنهن طاقتور "موتيءَ" جي لهڻ جو. پر وارو ڪونه ملندواٿن ۽ ٻڇڙا ٿيندا آهن.
وري جي چوندو مانس "اڙي! يار ڇورن مان اڃايو اڙجي ويندين؟ ڪا شادي ڪر." ته نهه پهه وراڻيندو،
"انهيءَ کي وري ڪير پاليندو. مان پاڻ ئي مس ٿو پالي سگهان."
"اها به ڪنهن ٻيري جي سهاري هلندي. ٿي سگهي ٿو توکي ڪا زحمت ئي نه ڪرڻي پوي." اهو ٻڌي وراڻيندو.
"يار! اهڙي به ڪا ملي نه. اسان کي ته رڳو اهڙيون ملنديون آهن، جهڙا ڪڄيءَ جا ڄن. جيڪي اٿي، لٿي ۾ به ٿوٽ رات جو بستري تي به مزو نه ايندو. انهن ڪڏهن جنسي ناول به نه پڙهيا هوندا. ڪڏهن شاديءَ جا ڳجهه به نه پڙهيو هونداٺون. سانجڻ جون جڏيون هونديون. سي وري ڪاٽي ويهاري ڪارائينديون." اهڙين ڳالهين ۾ مڙيئي ڪڏهن ڪڏهن براڊ مائينڊيڊ هوندو آهي. پر جي چوندو مانس ته "پوءِ جنسي ڪتاب پاڻ پڙهي ٻڌائجانس" ته وراڻيندو "ڇڏ يار! ماڻهو ٽڪون هٽي مارينداٰ."
"اڙي يار چاهي پوءِ ٻيا جي ائين ڪن تا ۽ ائين ڪري هو ترقي به ڪري ويا."
"اها ٻي ڳالهه آهي ته سندن زالون ٻيا پرڙجي ويا." جملي ۾ لقمو ڏئي پورو ڪندو. ۽ اڳتي چوندو "۽ هو رڳو چوندا رهيا ته 'نهالين گي تو پاڪ هوجائينگي' اها ڳالهه ڪم از ڪم اسان جي لاءِ شرم لائق آهي."
مان ڏند ٽيڙي چوندو سانس "يار شرم هوتي هي شرم گاه ڪو. اسان کي ڇو ٿئي. گهڙيءَ لاءِ اکيون بند ڪرڻيون

هونديون آهن.” وري بور تي ويندو ۽ هوٽل مان اٿي هليو ويندو سندس بل به مونکي ڏيڻو پئجي ويندو. جڻ ته بحث ئي انهيءَ لاءِ ڪيو سين .

شاعر ماٺهو آهي. سدائين گهريءَ سوچ ۾ هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن مان به “گهريءَ سوچ” جو فائدو وناس. هو سوچ ۾ غرق مان هوٽل مان غائب. وينو ٻاٽون ڪائي. هڪ دفعي نه رات جو مالڪ موراڳو ٽيلها ڏياري ڪڍيس. ڪيسي جانچڻ ڪان سواءِ اچي هوٽل ۾ اچي وينو هوندو. جڻ بابي جي هوٽل هجيس.

شاعري جو آهي. گم هوندو ڪنهن سوچ ۾. (جڻ بوڏ ۾ گهر ٻڏو هجيس، جو سوچيندو هوندو.) مڙيئي نڳ! اسان کي ٿو بيوقوف بنائي. چانهن پيئڻ جو نمونو اختيار ڪيو اٿائين. جي اهڙي اداڪاري نه ڪري ۽ بئري کي معشوق نه بنائي ته پوءِ ڪم ڪيئن هليس. شايد ڪنهن آڙيڪاپ ليکڪ جي بئرن تي لکيل ڪهاڻي پڙهيل اٿس جو اهي نمونا اختيار ڪيا اٿس.

شاعر ته رڳو شاعري پڙهن. ادب سان ڪو هنن جو پُلَ پُلايو به واسطو نه، جي مفت ۾ ڪٿان شاعريءَ جو ڪتاب هٿ آين ته ڪِوِل وانگر گهلي هٽندس ذهن جي ٻر ۾. باقي ٻيو مڙيئي خير .

جي ڪهاڻيون پڙهي ها ته اهي بيوقوفن وارا ناٽڪل نه ڪري ها. ٽڪون ۽ ترڪيبون سکي هيءُ به وڏو شاعر هجي ها! جيئن پربل “پرديسي” آهي. پاڻ وجي ٿو سڪندو. پر سندس رت شعر ۾ ۽ شعر نوٽن ۾ تبديل ٿيندو وجي. پنهنجي رت جي ڦڙي ڦڙي مان ٿو ڪمائي. حلال ٿو ڪمائي. هن وانگر بئرن ۽ هٽ نوڪين معشوقن جي هٽن ڏانهن ڪونه تڪي، ته ڪڏهن ٿا مانيءَ ٽڪر اچلن ۽ ڪڏهن ٿو هي پچ لٽڪائي ۽ ڳڙڪائي.

هونئن احمد ۽ ڪتي واري آڪاٽي به ڪيس پڙهيل نه هجي ها پر استادن مار ڏئي درسي ڪتاب ۾ پڙهائي هئس. هيءُ يار ته ننڍي هوندي ڪان ئي رولو هئو. ننڍي هوندي گونگائي چوندا هئس. هاٽي جڏهن وڏو ٿيو آهي، تڏهن بئرن جي عشق جي آڙ ۾ مڙيئي “موتي” سڏائي ٿو. رڳو پچ لٽڪائي جاٽي، جڏهن پچ لٽڪائي نه جاٽندو هئو، تڏهن بک مرندو هئو، هاٽي ڪم از ڪم بک ڪان بچيل آهي.

# ١۴. جي وڻ چنئي وات

“ابا اها سڪرات آهي.” چاچي حميد، ڪٽ تي پيل چاچي شاهنواز ڏانهن، هٿ جو هلڪو اشارو ڪندڪي چيو.
“ڇهه مهينا به ڪا سڪرات هلندي آهي ڇا؟” سندس ڳالهه اعتبار ۾ نه اچڻ واري انداز ۾ چاچي حميد کان ورجائي پڇيم.
“بابا! ڇونه هلندي آهي. ڏس نه! هڪڙي ماڻهوءَ جي عمر نوي سالن کان به چڙهي هلي آ، سندس پٽ به پوٽن ڏهٽن وارا اچي ٿيا آهن، هاڻي انهيءَ جي هلڻ جا ڏينهن ناهن ته ڇا اجا موجن ماڻڻ جا ڏينهن اٿس.” چاچي حميد، هڪ همدرد جي حيثيت سان، پاسي تي ڪري سمجهائيندي چيو.
“چاچا هلڻ لاءِ ته ڪا عمر مقرر ناهي، پر ايڏو وقت هلڻ!...! ......! اها ڳالهه مڙيئي سمجهه کان مٿي آهي. عجب ۽ بي حوصلائيءَ مان پڇيو مانس.
“بابا اها ڳالهه تنهنجي سمجهه کان مٿي چڙهي آهي. ڏس نه دنيا ۾ هڪڙيون ڳالهيون خلاف عقل هونديون آهن جن کي اسان ماڻهو ’ناممڪن‘ چوندا آهيون ۽ بيون خلافِ عادت هونديون آهن. جيڪي اڳ۾ ته نه ٿيون هجن، پر عقل، انهن جي “ٿيڻ” کي تسليم ڪري. اسان ماڻهو انهيءَ کي ’ممڪن‘ چوندا آهيون. سڪرات، پيري ۽ پيريءَ ۾ دنيا ڇڏڻ ته هر بني بشر تي لازم آهي.”
“ائين ته آهي.”
“پوءِ سمجهه ۾ نه اچڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. بس ٺيڪ پورا آهن.”
“نه منهنجي چوڻ جو مطلب آهي ته بيماري اهڙي قسم جي آهي جو رڳو عشيءَ جا دورا ٿا پونس. عشي به اهڙي جو ڪلاڪن جا ڪلاڪ گم. وري جڏهن دورو لهيس ٿو ته پوءِ سجاڳي ٿو، پاڻي گهري ٿو، هيٺ پيشاب لاءِ لاهڻ لاءِ چوي ٿو. ۽ اها حرڪت لاڳيتو ڇهن مهينن کان اٿس. ان کي سڪرات ڪيئن چئجي.”
“اڙي بار! جاويد پٽ! تون ڳالهه کي ٿورو سمجهه، هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ جيڪي ڳالهيون ڪري ٿو، سي هن دنيا جون آهن؟” مون ڏي سواليه نگاهن سان ڏسندي چيائين ۽ اهي لفظ بڌي مان به سڪ تي هليو ويم. چپ ۾ ڏسندي چيائين ۽ اهي لفظ بڌي مان به سڪ تي هليو ويم. چپ ۾ ڏسندي اڳتي چيائين “پوءِ ڪيئن ٿو چوين ته سڪرات ناهي؟ ۽ رڳو ڊاڪٽرن جي دوائن جي پرمار لائي ڏني اٿئي. ڪو ڊاڪٽر نه ڇڏيو اٿئي.”
“چاچا! ڇا ڪجي پلا!؟. تندرست هجي ته ڪائي اَن، بيمار ته ڪائي ڏن. ضرور ڪنهن جي حياتيءَ کان ڏوڪڙ ته مٿي ناهن نه.”
“ابا علاج ٿيندو آهي رت ڪي، ڪاڏي تي. پيريءَ کي ڪهڙو رت آهي. رڳو هڏن جو پڃرو آ، هڏهن جو به ڪو علاج ٿيندو آهي.”
“بهرحال چاچا! گهڻن جي راءِ آهي ته ڄام شوري جي اسپتال ۾ هڪ دفعو ضرور وڃجي.”
“ڇو ٿو هاڻي وري ماڻهن جي چوڻ تي، ڊِسين جا پنڊ لتاڙي ڄام شوري ۾ وڃي هڏ رلائينس. حياتيءَ جا باقي دم آهن، سي ويندا ائين ئي پورا ٿي. هرويرو خفيف ڇو ٿو ٿين. هونئن به انهن وڏين اسپتالن ۾ علاج ڪرائيندي ڪرائيندي ماڻهو مري ويندا آهن.”
“ڇڱو پلا! توهان جي ڳالهه کي به ڏسون ٿا.” بحث کي وڌيڪ اينگهڻ کان، جان ڇڏائڻ لاءِ چيو مانس.
چاچي حميد کي ٻاهرئين در تي ڇڏي وري اچي چاچي شاهنواز جي کٽ جي مٿان بيٺم. جيڪو به ماڻهو پڇڻ اچي ٿو، ان لاءِ گهر ۾ ٻار پاسي ڪرائي، ان کي اندر وٺي اچڻ ۽ ان جي بيمار پرسيءَ لاءِ چيل لفظن کي ٻڌڻ ۽ جواب ڏيڻ لاءِ منهن مونکي تو ڏيڻو پوي. ڇو جو چاچو شاهنواز آهي صفا بيهوش. نه جيئرن ۾ نه مئن ۾. جيئرن ۾ ان لاءِ نه: جو، نه ڳالهائي ٿو نه ٻولهائي ٿو. نه پاڇهئي اٿي ٿو نه پاڇهئي ڪائي ٿو. وري مئن ۾ ان لاءِ نه: جو، قبر ۾ لوڙهه لتيل نه اٿس. چاچو هن وقت ڏهن ڪلاڪن کان مسلسل بيهوش آهي. وري جيڏيءَ مهل هوش ۾ اچي ٿو، تيڏيءَ مهل به اهي ڳالهيون ٿو ڪري، جيڪي عشيءَ جي حالت ۾ خواب ۾ ڏسي ٿو. ڪيڏيءَ مهل ته “گهر” جي نالي به چوي ٿو “هتي ڪاٿي آيا آهيون، هلو پنهنجي گهر.” اها حالت لاڳيتي ڇهن مهينن کان اٿس. جڏهن کان ڪٽ ورتي اٿئين تڏهن کان، علاج ڪرائي ٿڪا آهيون، ويجهي تر ۾ اوءِ، سکر تائين به ڪو ڇڱو پلو ڊاڪٽر نه ڇڏيو آهي.

گهر ۾ هڪڙيون ضاعفون ٿيڻ اچن ٿيون، ٻيون وڃن ٿيون. ڳوٺ جا مرد بہ ائين هڪ هڪ تي اچن ٿا ور يمٿان ٻيهي هليا وڃن ٿا. هرڪو پنهنجي پنهنجي راءِ زني ڪري ٿو ۽ هليو ٿو وڃي. ماڻهن جا مختلف رايا ٻڌي ٻڌي مونکي تہ چڙ ان لاءِ ٿي اچي جو مان چوويهہ ئي ڪلاڪ چاچي جي لاءِ هڪيو حاضر بيٺو آهيان، پوءِ بہ ڪرڙ خان يا ڪانڊيرو خان، زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پنجن منٽن لاءِ پڇڻ جي دوران سڄيءَ دنيا جي نصيحت اچي مون کي ڪندو. ڄڻ مان وڏو نافرمان هجان جي هيءُ سمجهائيندو هجي .

ڇهہ مهينا هڪڙو ماڻهو لاڳيتو گهر ۾ پيو آهي، ڪرايا پاڙا ڪري ڊاڪٽر وٽي ٿو اچان، پر ڪنهن بہ ڊاڪٽر جي دوا لڳيس ئي نہ ٿي تہ پوءِ ڀلا ان ۾ منهنجو قصور تہ ناهي. يا هرويرو هنن لاءِ مان پنهنجو مٿو ويهي ڦاڙيان. ماڻهن جي نظرن ۾ الائي ڇو مان ڄڻ مجرم ٿي پيو آهيان. سندس پٽن مان ڪو نواب ڪاٽي ٿو گهوم ڪندو وتي تہ ڪو ڪاٽي ٿو ڪڪڙن جون ميلون ڪرائيندو وتي. ڪو ڪاٽي ڪنهن رن جي چڪر آهي، ڪو ڪاٽي ڪتي ٻچ ۾ پورو آهي. گهر تہ ڄڻ هنن جي فطري رهڻ جي جاءِ ئي ناهي. عورتن مان بہ ڪير هٿ وجهڻ لاءِ تيار ڪونهيس. منهنجو بہ هر هر، اندر ٻاهر ڪرڻ ۽ پيشاب وغيره لاءِ لاه چاڙهہ ۾ ئي بند نڪري ويو آهي. پر تڏهن بہ جيڪو ٿو گهر کان واندو ٿئي تہ اچي ٿو پڇڻ لاءِ. چاچو تہ پيو آهي بيهوش. هاڻ يجهڳ کي ڪيئن خبر پوي تہ رئيس ڪرڙ خان ۽ ڪبڙ خان بہ شاهنواز خان کان پڇڻ آيا، سو گهڙي مٿان ٻيهي ٿيندي بيزار ۽ اوچتو چت ڦاڙ رڙ ڪندا، "او! شاهنواز خان وو!" شاهنواز خان قبر ۾ ٽنگون لڙڪايو ٻنهي جهانن کان بينياز لڳو وينو آهي، ورندي ڪير ڏئي. ۽ رڙ ڪرڻ واري کي قبر ۾ پيل جي ورنديءَ جي بہ خواهش پوري ٿيڻ گهرجي، سو وري ٻيهر هنيانءَ ڦاڙ رڙ ڪندو. نيٺ ٿڪجي مون کي ئي ڪيڇٽو پوندو. پوءِ نصيحت ۽ راءِ زنيءَ جو نشانو مان بنس. هٽيبيوقفو بنائي ڇڏيندا. رات جو بہ ننڊ اڌ گيدي مس ٿي اچي تہ وري ڪو پٽي ٿو اٿاري تہ پيشاب لاءِ لاهينس. يا هينئن ڪرينس."

خير اهڙي وقت ۾ بيمار ماڻهو گهڻي تڪليف ۾ هوندو آهي، ان جي تيمارداري چڱيءَ طرح ٿئي تہ سنو. ان ڪرڻ سان خدا جي رضا حاصل ٿئي ٿي. ان ڪري مان بہ وس آهر خدمت ۾ لڳو پيو آهيانس. پر خلق ۾ تہ پوءِ بہ مجوتا ئي ڪانهي، نہ ڪنهن جي هنئيءَ ۾ راض ۽ نہ ڪنهن جي ڪنئيءَ ۾ راضي. خير مان تہ انسان آهيان، مون ۾ هزارين عيب هوندا، پر هيءَ مخلوق خدا، جڏهن تہ ساري جي ساري پنهنجي پالڻهار خدا مان ئي راضي ناهي تہ پوءِ منهنجي چڱائيءَ ڪرڻ تي ڇو راضي ٿيندي؟

چاچو شاهنواز منهنجي پيءُ جو بہ سؤٽ تہ ماءُ جو بہ سؤٽ. پر وري منهنجي ماءُ جو ٻيو مڙس بہ آهي. مان پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ ستون مهينو هيم جو منهنجو پيءُ علي نواز گم ٿي ويو. گهڻي ڳولها ڦولها ٿي. سندس ڪٿي پتو ڪرو نہ مليو. نيٺ اسان جي ڳوٺ کان اڍائي ميلن جي فاصلي تي جهنگ ۾ سندس ڪو بوٽ، ڪو پوتڙو وغيره هٿ آيو ۽ پرسان بيٺل گهاٽن سرن کي تازي ڏنل باهہ لڳل نظر آئي. انهيءَ مان اندازو لاتو ويو تہ کيس ڪنهن ماري ۽ ساڙي ڦٽو ڪيو آهي.

ان وقت، ڳوٺ جا چا پر خاندان ۾ بہ جيڪي هيا تن ۾ هلندي سرندي چاچي شاهنواز جي گهڻي هئي. ڊڪ ڊوڙ ڪري ڪيس ڪرايائين، ڪي بہ ٽي ماڻهو شڪ ۾ جهليا، ڇو جو انهن جو اسان جي خاندان وارن ڏي خون جو پلاند رهيل هئو ۽ ست سال ٽيپ اچي وين. پر جهڙي چاچي علي نواز جي هلندي پڄندي هئي، تهڙو تہ ڦاسي ڪائي وڃن ها، پر جيئن تہ واقعي جو ڪو عيني شاهد اوگاه نہ هئو، تنهن ڪري اهي جيئن ڇٽي آيا تيئن، چاچو شاهنواز خان عڪس پئجي وين. ڏٽيئون پاڻيئون ٻاهر ڪيدرائي ڇڏيائين. اهي هئا بہ اسان جي قوم وارا، پر راتو رات لڏو پٽي الائي ڪيڏانهن هليا ويا.

جڏهن منهنجي ڄمڻ سان منهنجي ماءُ جي عدت پوري ٿي تہ هلي، ٻار جي سنڀال ۽ منهنجي ماءُ جي شاديءَ جي ڳالهہ ٻي شادي ڪرڻ جي تہ اسان جي خاندان کي پٽَ پيل آهي. سو شروعات ٿي وڏي کان تہ ڪير پرڻجي. چاچي شاهنواز چيو، "علينواز خان اسان جي هڪڙي چاچي جو پٽ تہ هوءَ اسان جي ٻئي چاچي جي ڌيءَ. اسان جو ننگ آهي، ڪاڏي ڪبو؟ انهيءَ تي پهريون اسان جو حق آهي. منهنجي ماءُ ٻيءَ شاديءَ لاءِ گهڻو ئي انڪار ڪيو هئو، پر نهہ نهہ ڪري بہ ڪرڻي پئجي وئي هيس. ڇو جو هڪ تہ خانداني روايت هئي ۽ ٻيو تہ ماڻهن ماڻهن پڳي ڪاٺ بہ پڇي پون. هيءَ تہ آخرڪار عورت زاد هئي، سو ڪيترو ضد ڪري ها. چاچي شاهواز کي اڳ۾ منهنجي ڀڦي هئي ۽ هاڻي منهنجي ماءُ. ٻيئي سؤٽيون. اڳئين زال مان بہ کيس اولاد هئو.

..... پر انهيءَ هوندي به منهنجو ڏاڍو خيال ڪندو هئو، ايترو جو مونکي جيترو سانيڀ آهي ته مان سمجهه سان ٽيس جو ٻين ٽين مانهن مونکي ٻڌايو ته شاهنواز منهنجو چاچو آهي. نه ته مان ڪيس سڳو پيءُ ئي سمجهندو هئس ۽ اجا به ساڳس اها ئي هلت هلان ٿو. چو جو پيءُ جي مرڻ کانپوءِ سندس تي ئي هٿ ڪتا هئا ۽ پاڻ به موت ۾ سني عزت ڪئي هئائين. منهنجي ماءُ کي به ڪڏهن اهڙي لڳا نه ڏني هئائين جو اها به محسوس ڪري ته سندس پهريون مڙس مري ويو آهي ۽ ڪيس سهاري ڏيڻ لاءِ ئي هيءُ نڪاح وجهرائي قربانيءَ جو ٻڪرو بنيو آهي.

مون کي پنهنجي پٽن جي پيٽ ۾ سنو گهريائين. پڙهڻ لاءِ به اڻ ميو خرچ ڏنائين. اها ٻي ڳالهه آهي جو مان ٻي.اي ۽ ايم.اي ڪري، نوڪري ڪرڻ بجاءِ اچي ڳوٺ ۾ اٽي جي چڪيءَ تي ويهي رهيم. پڙهڻ جي زماني ۾ شهرن ۾ رهي پئسن جي مڳيءَ ۾ خوب خراب ٿيم ۽ خراب سنگتن ۾ رهي، ڊگرين هوندي به ٻي علم رهيس. پر چاچي وات سان به ائين نه چيو ته "ابا! اهو چا ڪيئي؟. يا هيترو پڙهڻ مان چا حاصل ڪيئي؟" اصل نه. اها شابس اٽس. ڪير ٿو ائين ڪري. پنهنجو سڳو پيءُ بها ئين نٿو ڪري .

سو اهڙي ماٺهوءَ لاءِ ههڙي وقت ۾، سندس پٽ وانگر لنوائڻ ۽ گسائڻ مونکان نٿو پڄي. ڇهن مهينن کان اها اٽي جي چڪي اتي ڏوڙ تي پائي، ته زمين هتي پئي تي رلي. هاري چا ٿا ڪن؟ نوڪر چا ٿا ڪن؟ ڪا خبر ناهي. جيڏانهن تيڏانهن بيزار ٿي آخر اهو ئي فيصلو ڪيم ته هتان جي جنجل ۾ رهڻ کان اسپتال جي آزار ۾ رهجي ته بهتر آهي. اسپتالون آهن ته واقعي انود ڪاسائيءَ واري ڪڏ، پر گهٽ ۾ گهٽ ماڻهن جون هي ٻي مڪتيون تقريرون ته نه ٻڌٽيون پوندم. ٻي ڳالهه ته پيشاب به زورين مسين ٿو اچيس. سو به جڏهن به ٽي دفعا ٿو هيٺ لاهي ويهارجيس. ان جو به علاج ٿي ويندو. ٽين ڳالهه ته پيشاب لاءِ نلي وجهي ڇڏيندس، سو جيئن پيو نهندو، تيئن پيو ڳڙي ڳڙي وهندو. هر هر جي لاه چاڙهه کان بچي پئبو .

نيٺ سوچي سوچي اهو ئي فيصلو ڪيم ۽ ٽئڪسي ڪرائي آيم. پاڻ سان ننڍي ڀاءُ زاهد کي به ڪنيم. زاهد منهنجي ماءُ مان چاچي شاهنواز جو پٽ آهي. صبح جو گهر جا نڪتل، سج لهي بس ٿيو جو اچي جام شوري جي اسپتال ۾ پهتاسين. داخلا ورتيسين. علاج شروع ٿيو. اچڻ سان ئي نلڪيءَ رستي ڏيڍ ڏينهن جو رڪيل پيشاب ڪڍيائونس. جيڪا نافت هئي سا جهڪي ٿي نه ته انهيءَ وقت تائين وقليل به ڳالهائين پئي. هاڻي ته فرحت اچي ويس.

چاچو ٻئي ڏينهن هوش ۾ آيو. مون کان پڇيائين؟، "ابا ڪٿي آهيون؟"

"چاچا اسپتال ۾؟"

"ڪهڙي؟"

"جام شوري واري سرڪاري."

"ابا چا لاءِ تو رلائين پيو؟" لفظ به اهڙي نموني سان نڪتس پئي جو اڌ گيدا ۽ سمجهه ۾ مشڪل سان پئي آيا. Dexoline جي چوٽين ٽيلهي هليس پئي. وري ڊڪر اچي ويس.

زاهد کي پنهنجي کائڻ لاءِ چيم: "ڪجهه وني آءُ، ته کائون". اهو ماني ٽڪر وٺڻ ويو. وري چاچي کي انهيءَ دوران هوش اچي ويو.

"ابا! جاويد! ڪاٿي آهين؟"

"چاچا، اجهو بينو آهيان." بانهن مان جهلي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪيومانس.

"بابا! موت نه ايندو چا؟!!" بي حوصلائيءَ مان زبان مان نڪتس.

"چاچا اهڙيون ڳالهيون نه سوچيو، الله خير ڪندو."

"پٽ هر ڪنهن کي هلڻو آهي. پر خدا هلنديءَ هلائي."

وري چپ ٿي وئي. رکي رکي وري هٿ جي اشاري سان ويجهو ٿيڻ لاءِ چيائين. جڏهن ويجهو ٿيومانس تڏهن چيائين.

"مونکي موت ڪونه ايندو!!" چپ ٿي وئي. مان حيرت مان ڪيس تڪڻ لڳس ته چوي چا ٿو.

"چو؟" منهنجي جواب نه ملڻ ڪري، پاڻ ئي سوال ڪيائين.

ساهه ۾ سختي هيس. سهڪي وري به لفظ پئي چيائين. وري سهڪڻ جي ڪري ڳالهه بند ٿي پئي ويس. بهرحال سندس ڳالهائڻ جو تت هيءُ هيو.

"هيءَ ڳالهه ٻڌ! جهان ۾ عشق به ٿيندو آهي. مان به جنت کي دل ڏئي وينو هئم. پر شادي علي نواز سان ٿي هئس.

مون پنهنجي لاءِ گهٽو چيو، پر ڪنهن نہ مڃي. چو جو نندي هوندي جون ڳالهيون ٿيل هيون، سو بابي ۽ چاچي وارن پنهنجي ڪيل زبان کي پاڙي ڏيڻ خاطر ائين ئي ڪيو. هاڻي مون کي جنت ڪيئن ملي؟ ان لاءِ علي نواز خان کي وچ مان ڪڍڻو هئو، سو ان کي مارائي ۽ ساڙائي ڇڏيم. ان سان گڏ اهو ڪارنهن جو نڪر جان محمد وارن تي ڏياريو هئم. چو جو جان محمد جي پاءُ علي محمد کي بہ مون خون ڪرايو هئو، تہ جيئن علي نواز جو ٿيندڙ خون مٿن آسانيءَ سان مڙهي سگهجي. انهيءَ ڳالهہ کي اڄ تائين راز رکي آيم. ڪنهن کي بہ خبر ناهي. ان ڪري مون کي موت نٿو اچي. چو جو اها شيءِ دنيا ۾ راز رهڻي ئي ناهي.”

سندس اها ڳالهہ ٻڌي مان ٽپرس ۾ اچي ويس. سندس چهرو بہ زردي ڇڏي خوف، هراس ۽ ڪاراڻ ڏانهن مائل ٿيندي نظر آيم. مان بہ ڄڻ ٽبيءَ ۾ پئجي ويم. سوچ ۾ ٻڏل ئي هئس جو نرس ڊوڙندي آئي.

“هيءَ ٽيلهي چو بند ڪئي اٿوس. توهان ڄڻن مان تہ اسان ڦاٿا آهيون.” ڏاڙهيندي آئي ۽ اچڻ سان ٽيلهيءَ جي ڪنٽرول کي ۽ نيڊل کي سور پور ڪرڻ لڳي. ٽيلهي تہ پنهنجي جاءِ تي چالو هئي، پر اڳيان جسم قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئو. تنهنڪري بند ٿي وئي هئي. ايتري ۾ زاهد بہ آيو. غير متحرڪ ٿي بيهي رهيو، چو جو قصو پورو ٿي چڪو هئو. جلد ئي ايمبولينس جو بندوبست ٿي ويو. انذاري منهن اچي ڳوٺ نڪتاسين. لاش لاٿوسين، پر سورن سان. سڄو سڄي ويو هئو. منهن ڏسڻ جهڙو ئي نہ هئس. ڏپ پئي آئي، ڪنهن کي منهن بہ نہ ڏيکاريوسين. رات جي پيٽ ۾ دفن ڪرائي ڇڏيوسين. پر الائي چو سندس موت واري ڏپ، شڪل ۽ وحشت اڄ بہ نٿي وسري.